معياري ادب پيش ڪندڙ

ماهوار

# سُهڻي

اپريل ۱۹۷۴ع

سال: ۵ نمبر: ۴

ايڊيٽر
طارق اشرف



قيمت: ۵۰-۲
آمريڪا ۾: هڪ ڊالر

سال لاءِ: ۰۰-۲۵


سهڻي پبلشرز
الهندو ڪڇو،
حيدرآباد، سنڌ.

SOHNI PUBLISHERS
F/45--750,WEST KUTCHA
HYDERABAD, SIND.

# ترتيب




طارق اشرف، سيد سليم شاهه جي پاران، سهڻي پرنٽرس، الهندي ڪڇي،
حيدرآباد سنڌ، مان ڇپرايو.

# پنهنجي طرفان....

## تعصبي ڪير آهن؟

▲ مودودي جماعت جو پرچو ’زندگي‘ جيڪو ساڳي وانگر جلدي جلدي رنگ مٽائيندو آهي، تنهنجي نئي روپ ’ليل ونهار‘ (لاهور) سهڻيءَ جي خلاف زبردست مهم هلائي آهي. پنهنجي هر پرچي ۾ سهڻيءَ جي ايڊيٽوريل جا ڪجهه حصا ڪٽي، پنهنجي مطلب جون ڳالهيون ڇپي، مٿان نوٽ هڻندو آهي ته: سهڻي سنڌ جي انتها پسندن جي ترجمان آهي. نفرت ۽ حقارت جو پرچار ڪندي آهي. تعصبي آهي.

▲ سهڻي اڄتائين جيڪو ڪجهه لکيو آهي، سنڌ ۽ سنڌين جي مفاد خاطر لکيو آهي. سنڌ سان جيڪي حق تلفيون ڪيون ويون آهن، يا ٿي رهيون آهن، انهن جي خلاف آواز اٿاريو آهي. جيڪڏهن پنهنجن حقن لاءِ آواز اٿارڻ تعصب آهي، نفرت ۽ حقارت ڦهلائڻ آهي ته اسين وڏي واڪ چئون ٿا ته: اسين تعصبي آهيون، آهيون، آهيون.

▲ پر ٿورو مودودي جماعت جي انهيءَ پرچي جو جائزو وٺجي ته پتو پوندو ته تعصبي ڪير آهي. اسانِ اڄتائين جيڪو ڪجهه به لکيو آهي، اِهو سنڌ جي مفاد خاطر لکيو آهي، ۽ پنهنجي ڌرتي جي مفاد خاطر لکڻ ڏوهه ڪونهي، ڪو جرم ڪونهي. اسان جڏهن به حڪومت تي تنقيد ڪئي آهي، انهيءَ ۾ اسانجي نيت هميشه صاف رهي آهي، انهيءَ جو ثبوت سهڻي جا ايڊيٽوريل آهن، جن ۾ هميشه ٺوس حقيقتون ۽ مثال پيش ڪيا اٿئون. زندگي وانگر گندگي نه ڦهلائي اٿئون. تعميري تنقيد ڪئي اٿئون. اسانجي لاءِ لکن ٿا ته: حقارت ۽ نفرت ٿا ڦهلايون. پر سندن زندگي پڙهندڙن کي به خبر هوندي ته اِهي، اهي ئي آهن، جن اخلاق جون سڀئي پابنديون ٽوڙي، صحافتي آداب جو منهن ڪارو ڪري، ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي والده ماجده تي انتهائي گندا حملا ڪيا هئا ۽ جڏهن سندن پڙهندڙن ئي لعنت ملامت ڪئي ته انهن ۾ ايتري اخلاقي جرئت نه ٿي، جو ڀٽي صاحب کان معافي گهرن، بلڪ انهن الله سائين کان

معافي گهري. ڪاريون پٽي صاحب کي ۽ معافي الله سائين کان!

▲ تازو پاڪستان ۾ سربراهه ڪانفرنس ٿي، اِها ملڪ جي مفاد وٽان هئي. انهي ۾ هڪ حقيقت ـ بنگلا ديش کي به تسليم ڪيو ويو. سڄي دنيا انهيءَ ڪانفرنس جي تعريف ڪئي، پر انهن انهيءَ جي به خلاف لکيو. اِهي پاڻکي اسلام جا ٺيڪيدار ٿا سمجهن. ڪرنل قدافي جيڪو هڪ ڪٽر مسلمان آهي، انهن، انهيءَ جي خلاف به لکيو. انهن موجوده حڪومت جي هر چڱي ڪم جي به مخالفت ڪئي، انهن جو ڪم رڳو مخالفت براءِ مخالفت ڪرڻ آهي. پوءِ به اِهي اسان لاءِ لکن ٿا ته اسين نفرت ڦهلائي رهيا هيون.

▲ اِهي بنگلاديش جهڙي حقيقت کي اڄتائين مڃڻ لاءِ تيار نٿا ٿين. لکن ٿا: ڪلهه تائين جيڪي غدار هئا (شيخ مجيب الرحمان وارا) اڄ اِهي ياءُ بڻجي ويا آهن. شيخ مجيب وارا نه ڪلهه غدار هئا نه اڄ آهن. آهي اسانجا يائر آهن. غدار ته اوهين آهيو، جيڪي پنجويهه سالن تائين غريب بنگالين جو استحصال ڪندا رهيا، انهن جو رت پيئندا رهيا، ۽ هاڻي انهن کي غدار ٿا سڏيو.

▲ اِهي، اِهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن ته حڪومت عوام جي دشمن آهي. عوام ويچارو سادو آهي، انهيءَ ڪري مجبور آهي. اسين انهن کي ٻڌائڻ ٿا چاهيون ته حڪومت عوام جي دشمن آهي يا دوست. پر عوام ايڏو سادو ڪونهي، جيڏو اوهان تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو. عوام جا حقيقي دشمن دراصل اوهين آهيو. پاڪستان جون جيڪي حزب اختلاف واريون جماعتون آهن، تن بدترين سياسي ڪردار جو مظاهرو ڪيو آهي. اوهان عوام کي ڪهڙا حق وٺي ڏنا آهن؟ عوام لاءِ ڪهڙي جدوجهد ڪري رهيا آهيو؟ اوهان فقط خدا واسطي جو وير پاڙي رهيا آهيو. جيڪڏهن اوهجو ڪردار بلند هجي ها، جيڪڏهن عوام جا اوهين هڏ ڏو کي هجو ها ته عوام اوهان سان گڏ هجي ها. عام اليڪشن ۾ عوام اوهانکي ٿڏي ڇڏيو. چاڪاڻ ته اوهان ڪڏهن به عوام سان سچا نه رهيا آهيو. نه فقط عام اليڪشن ۾، بلڪ انهيءَ کانپوءِ به جيڪي ضمني انتخاب ٿيا آهن، انهن ۾ به اوهان هميشه شڪست کاڌي،

اوهان ۾ ايڏي اهليت ڪانهي جو عوام کي ذهن نشين ڪرايو ته اوهان سان ظلم ٿي رهيو آهي. ڀرين اوهين پاڻکي سڌاريو، عوام کي اعتماد ۾ وٺو، پوءِ عوام فيصلو ڪري ته تعصبي اسين سنڌي آهيون، يا اوهان.

▲ اسانکي تعصبي، نفرت ڦهلائيندڙ سڏيو ٿا ته ڀلي ڀيا سڏيو، پر اوهانجي گندين حرڪتن ۽ منافقت ڪان پاڪستان جو ٻچو ٻچو واقف آهي.

## سي. آءِ. ڊي ۽ مودودي جماعت

▲ ائين محسوس ٿو ٿئي ته پاڪستان ۾ حڪومت ته پيپلس پارٽي جي آهي، پر سي-آءِ-ڊي ڪاني تي حڪومت مودودي جماعت جي آهي. انهيءَ جو کليو مثال اِهو آهي ته جيڪي الزام مودودي جماعت ۽ سنڌس رسالا اسان سنڌين تي هڻندا آهن، اهي ئي الزام سي-آءِ-ڊي وارا اسانتي هڻندا آهن. مودودي پارٽي جا رسالا هميشه اهو پرچار ڪندا آهن، ته جيئي سنڌ جو نعرو هڻندڙ پاڪستان جا دشمن ۽ ڀارت جا ايجنٽ آهن. سي- آءِ- ڊي به اسان جي لاءِ اهو لکي ٿي ته اهي جيئي سنڌ وارا ڀارت جا ايجنٽ آهن. حالانڪ جيئي سنڌ هر سنڌيءَ جي روح جو آواز آهي. انهيءَ جي ڪٿي ڪيتري به مخالفت ڪن، پر جيئي سنڌ اسين سوريءَ تي به چونداسين. اسانجي جسم جي رت جي ڦڙي ڦڙي ۾ جيئي سنڌ سمايل آهي. اسين جيئي سنڌ چوڻ، مرڻ گهڙي تائين ڇڏي نٿا سگهون.

▲ تازو مودودي جي انهيءَ پرچي اِها ڳالهه اُڏائي آهي (هميشهوانگر) ته سنڌي رسالا ايترا جو نڪرڻ لڳا آهن، ۽ انهن ۾ ڀارت جي سنڌي اديبن جون لکڻيون به اچن ٿيون، اهو پڪو پڪ ڀارت وارن ڏنو هوندو. خود سي- آءِ- ڊي به اهڙيون ساڳيون رپورٽون ڏنيون آهن. ٻئي طرف اردو جي هر پرچي ۾، خاص ڪري ڊائجسٽن ۾ ڀارت جي هندو ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون هونديون آهن، فلمي پرچن ۾ ڀارت جي فلمن جون ڪهاڻيون ۽ تصويرون هونديون آهن. اهي ڪهاڻيون ۽ تصويرون انهن کي ڪٿان مليون، اهي ڀارت جا ايجنٽ

ڪونهن، باقي اسين آهيون!

▲ سي-آء-ڊي جي نظرن ۾ زيڊ- اي- مثلري جا مضمون خطرناڪ ڪونهن. جنهن ۾ هو موجوده حڪومت جي خلاف باقاعده لکندو رهي ٿو. ٢٢ مارچ جي 'جنگ' اخبار ۾ پنهنجي مضمون ۾ هن پوري طرح اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ڀٽو صاحب هڪ ڊڪٽيٽر آهي ۽ هنجي رضامنديءَ کانسواء ڪو ڪم ٿئي نٿو سگهي. پي- پي جا ٻيا سڀ ميمبر فقط پتليون آهن. اها ساڳي ڳالهه جيڪڏهن اسين لکون ها ته، سي- آء- ڊي جي نظرن ۾ ڦاهيءَ جي قابل ٺيون ها. پر اردو ۾ لکيل مضمون آسماني صحيفي جي حيثيت رکي ٿو، انهيءَ جي خلاف لکڻ، معنيٰ اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي خلاف لکڻ ٿيو.

▲ اسين حڪومت کي عرض ڪريون ٿا ته سي-آء-ڊي ۾ جيڪي مودودي جا چاڙتا آهن، انهن جي خلاف ڪارروائي ڪئي وڃي. اهي اوهانجا دشمن به آهن ته ملڪ جا به.

## ٤ مارچ-

▲ ٤- مارچ اڄين لنگهي ويو، جڏهن ٤- مارچ جو ڏينهن اپريوئي ڪونه. سڄي سنڌ ۾ ماٺ ميٺ رهي. حيدرآباد ۾ شاگردن جلسو ڪرڻ گهريو ته پوليس يونيورسٽيءَ (اولڊ ڪئمپس) کي گهيرو ڪري ويهي رهي.

▲ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب حڪومت هٿ اچڻ کان اڳي ڪئين دفعي چيو هو ته: اسانجي حڪومت آئي ته اسين ٤- مارچ جو يادگار قائم ڪنداسين. عام موڪل ڪنداسين، سنڌي جوڌن سان ٿيلن ظلمن جو بدلو وٺنداسين. هاڻ ڀٽي صاحب جي حڪومت آئي آهي. ٤- مارچ جي يادگار جو سرڪاري طرح اعلان ٿيو، رقم رکي وئي، پر يادگار نه ٺهيو. هڪ سال موڪل ڏني هاڻ موڪل به بند ڪئي ويئي. ٤- مارچ تي جلسو به ڪرڻ نه ڏنو ويو. ڪڏانهن ويا ڀٽي سان جا واعدا؟

**جئي سنڌ- جئي سنڌي ٻولي**

**—طارق اشرف**

داڙو
سرٽيفڪيٽ
روح جا ريلا
هي پريم (آڪاٽو ادب)
واپسي (هندي ڪهاڻي)
مرد ۽ پيار (فرانسسي ڪهاڻي)
آٽومس (جپاني ڪهاڻي)

# ڪهاڻيون

آغا سليم
نجم عباسي
خليل قاضي
آسانند مامتوراء
اوشا پرڀودا

---

وليرام ولڀ
پيري لوئي

---

لياقت علي آغا
ريو نوسوڪي اڪوٽا گاوا

---

قادر بخش ميمڻ

## شاهه لطيف

▲ شاهه عبداللطيف ڀٽائي نه فقط سنڌ، بلڪ دنيا جي عظيم شاعرن مان آهي. ۽ ادب جي محققن اها ڳالهه ثابت ڪئي آهي. پر ڪيڏي نه ڏک جي ڳالهه آهي ته انهيءَ شاهه جي ورسيءَ جي موڪل فقط حيدرآباد ضلعي ۾ ٿيندي آهي. ڇڻ ته شاهه فقط حيدرآباد لاءِ شاعر هو. شاهه هر سنڌيءَ جي دل جي ڌڙڪڻ آهي. هر سنڌيءَ وٽ قرآن ڪانپوءِ شاه جي رسالي جي عزت آهي. ۽ انهيءَ شاه سان ايتري زيادتي! اها شاه سان نه، بلڪ سنڌين سان زيادتي آهي. اقبال جي موڪل سڄي پاڪستان ۾ ٿيندي آهي. ۽ هن دفعي ته اعلان ٿيو آهي ته انتهائي شان مان سان اقبال جي ورسي ملهائي ويندي. اسين ڪونه ٿا چئون ته اقبال جي موڪل نه ڪريو، يا ڏينهن شان مان سان نه ملهايو، ڀل ڀيا ملهايو. پر اسان سنڌين سان اِهو ظلم ڇو؟ شاه جي ورسيءَ تي عام موڪل سان اردوءَ تي ته ڪو اثر ڪونه پوي ڪنهن جي حق تلفي نٿي ٿئي. اسين ڪونه ٿا چئون ته سڄي پاڪستان ۾ موڪل ڪيو. شاهه اسانجو آهي، سنڌ جو آهي، ساري سنڌ ۾ ته موڪل ڪريو.

▲ ايوب سنڌين جو دشمن هو، ته به شاهه صاحب جي ايڏي عزت هئس جو هڪ دفعي ورسيءَ تي پاڻ آيو، ۽ پوءِ هميشه گورنر ايندو هو. ۽ ورسيءَ جي ڪاروائي سڌو سنئون ريڊيو تان پيش ڪبي هئي، پر هاڻ فقط ڪلاڪ اڌ جو پروگرام پيش ٿيندو آهي سو به سڌو سنئون نه ۽ نه ٽي-وي شاهه لاءِ ڪلاڪ اڌ جو وقت ڪڍي سگهي ٿي. جنهن حالت ۾ پنجاب جي عوامي ميلي ۽ پيرن، فقيرن جو به تفصيل سان پروگرام پيش ٿيندو آهي. اها زيادتي نيٺ ڪڏهن ختم ٿيندي؟

ا ـــ ط ـــ

آغا سليم

# دائرو

زرينه گهنگرو ٻڌڻ لڳي ته هنجا مُرا ڏُکڻ لڳا. گذريل رات، هوءَ ساري رات نچي هئي، ساري رات گهنگرو ڇمڪايا هئائين. انهن گهنگرن هنجي پنهجي پيرن جي مُرن ۾ اهڙا لڪل زخم ڏيئي ڇڏيا هئا، جيڪي ٻاهران ته نظر نٿي آيا، پر اندر ئي اندر ٿي ڏکيا. هينئر هوءَ گهنگرو ٻڌڻ لڳي ته هنجي مُرن جا لڪل زخم ڏکي پيا. انهن گهنگرن هنجي روح ۾ به اهڙائي لڪل زخم ڏنا هئا. گهرا ۽ اندر ئي اندر ناسور وانگر وگهرندڙ ۽ ڏکندڙ! پر ڪنهن به هنجي روح جي انهن زخمن کي نه ڏٺو هو. هن پاڻ به پنهنجي روح جي انهن زخمن کي نه ڏٺو هو. پهريون دفعو رشيد هنکي انهن زخمن جو احساس ڏياريو هو. پهريون دفعو هنکي انهن زخمن ۾ سور محسوس ٿيو هو ۽ پهريون دفعو هنکي محسوس ٿيو هو ته رشيد جون ڳالهيون اهڙا ڦها هيون، جيڪي سندس روح جا زخم ڇتائي رهيون هيون. پر هنجا زخم ڇتڻ جا نه هئا. انهن زخمن کي ڇتائڻ جو رشيد هنکي جيڪو علاج ڏسيو هو، اهو هنجي وس ۾ نه هو.

رشيد هن وٽ تماشبين ٿي آيو هو. سنهون ۽ قداور، سهڻا ۽ وڻندڙ روش، ڪڻڪاؤن رنگ، وڏا ۽ اٿيا وار. بت تي کاڌيءَ جو جوڙو، پيرن ۾ چمپل، جهڙو ڪنهن سماج-سڌار ناول جو هيرو! هو يڪ ٽڪ هن ڏانهن ڏسي رهيو هو. هن لاءِ اها ڪا نئين ڳالهه نه هئي. سڀ تماشبين هن ڏانهن ڏسندا هئا، سندن نظرون هنجي سنڌ سنڌ ۾ سيل ڪيدنديون هيون. ڇڇيءَ وانگر سندس انگ ۾ ڇنبا کوڙي ڇنبڙي پونديون هيون. پر هنجي نهارڻ جو نمونو ئي ٻيو هو. هنجي نهار ائين هئي ڄڻ سندس سنڌ سنڌ کي اورانگهي، سندس روح کي ڇهي رهيو هو. هنجون ڳالهيون

۽ ڪھڙيون نہ عجيب ھيون. وڻندڙ، مٺيون، راحت ڏيندڙ پر ساڳي وقت سنهون سنهون سور جاڳائيندڙ. هن پنهنجي ڳالهين سان هنڪي، هنجي روح جي زخمن جو احساس ڏياريو هو، هنجي روح جي لڪل زخمن تان ڪرونڊڙيون لاٿيون هيون. هنجي ماءُ زيبو پائيءَ کي تہ هو ڏني نہ وڻندو هو. هن بازار ۾ رشيد جهڙا سچيا، بکيا ۽ ڏکيا انسان ڪنهنکي ڪيئن وڻندا! ان ڏينهن هنجي ماءُ هنکي بيعزتو ڪري ڪڍيو هو ۽ هو چئي ويو هو تہ هو وري هتي پير نہ پائيندو. پر هنکي پڪ هئي تہ هو ضرور ايندو، پنهنجي ڳالهين سان هنجي زخمن تي ڦها رکندو.

هن گهنگرو ٻڌا، سڌي ٿي بيٺي ۽ نظرون ڦيرائي سامهون طول ويهاڻن کي ٽيڪ ڏيئي ويٺل تماشبينن کي ڏسڻ لڳي. سڀ هن ڏانهن ڏسي رهيا هئا. هنن جون اکيون ڄڻ ڪانائيءَ جون ڪاتيون هيون جن سان ڪاسائي، تازي، ڳاڙهي ۽ هٿن ۾ ترڪندڙ ۽ ڦڙڪندڙ گوشت جون ٻوٽيون ٻوٽيون ڪندو آهي. هنن جون اکيون ڳجهون هيون، جيڪي هن جون ٻوٽيون چنهن ۽ پٽڻ لاءِ، هنجي جسم جي جيٺري جـاڳندي ديوند تـي لامارا ڏيئـي رهيون هيون .... استاد طبلي تـي هٿ هنيون ۽ بي اختيار هنجا گهنگرو ڇمڪي پيا. گهنگرن جي ڇمڪڻ سان هنجي مُرن ۾ سور ٽپڻ لڳو، پر تہ بہ هوءَ گهنگرو ڇمڪائيندي رهي، ماپيل توريل انداز سان بت کي ورائيندي رهي. ڪڏهين سندس بت پڪل ميوي سان جهنجيل ٽاريءَ وانگر جهڪي ٿي آيو ۽ ڪڏهين ڪماڻ وانگر ڪشجي ٿي ويو، جنهن مان سندس جوانيءَ جا تـاٽيل تير، ڇتڻ ڪانسواءِ، ڏسڻ وارن جي سيني جي آرپار هليا ٿي ويا آخري ڦيري پائي هوءَ گوڏو ڪوڙي هڪڙي تماشبين جي سامهون ٿي ويٺي ۽ هٿن کي نات جي انداز ۾ ورائي ڳائڻ لڳي.

تنهنجي رمز سهڻا مان ڇا سمجهان، آسان بہ آ، دشوار بہ آ،

تنهنجي واعدي تي اعتبار ڪهڙو، اقرار بہ آ، انڪار بہ آ.

سندس ناز، انداز ۽ آواز جي مَنڊَ سامهون ويٺل تماشبين کـي مَنڊِي ڇڏيو. هن يڪدم کيسي ۾ هٿ وڌو ۽ پنجاھ جو نوٽ

نڪورو ۽ ڪڙڪندڙ نوٽ ڪڍي هن ڏانهن وڌايائين.... هوءَ نوٽ کي ڏٺو اڻ ڏٺو ڪري پنهنجي ناز، انداز ۽ آواز جو مَنڊ منڊيندي رهي ۽ پوءِ محبوبانه بي نيازيءَ سان هٿ وڌائي، نوٽ کي ڏسي ۽ وچين آڱر ۾ ڦاسائي، هوءَ اٿي بيٺي ۽ جيئن ئي پٺتي ڦري ته رشيد تي هنجي نظر پئي ۽ رشيد کي ڏسي هوءَ اتبئي ڄمي بيهي رهي. رشيد سامهون واري دروازي تـي ٽيڪ ڏيئي بيٺو مـرڪي رهيو هو. رشيد جي مرڪ ۾ طنز ڀريل هئي ۽ هنکي ائين لڳو، ڄڻ رشيد هن تي ٺٺولي ڪري رهيو هو. هنجي هٿ ۾ جهليل پنجاه جو نوٽ ڏڪيو، ڪنبيو ۽ پوءِ هٿ مان ڇڏائجي پٽ تي ڪري پيو. هوءَ يڪدم مڙي ۽ چهرو ڇمڪائيندي اندرين ڪمري ۾ هلي وئي.

تماشبينن پهرين رشيد ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ زيبو بائيءَ ڏانهن نهارڻ لڳا. زيبو بائيءَ جون اکيون رشيد ۾ کتل هيون ۽ سندس اکين ۽ منهن ۾ ڪاوڙ هئي. هن پاندان پاسيرو ڪري رکيو ۽ پنهنجي ڪاوڙ کي لڪائي، آواز ۾ نرمي ۽ مٺاج ڀري هن تماشبينن کي چيو، ”معاف ڪجو. اڄ زرينه جي طبيعت ٺيڪ نه آهي. ساري رات مجرو ڪيو اٿئين، اڄ ڪجهه ٿڪل آهي.“

تماشبين زيبو بائيءَ جي ڳالهه مان آئي وڃڻ جو اشـارو سمجهي ويا. ٻي ڪنهن بائيءَ جو ڪوٺو هجي ها ته اهڙي وقت تي فساد ٿي پوي ها، پر زيبو بائي رک رکـاءَ واري عورت هئي. ساري بازار ۾ سندس عزت هئي، جهڙو تهڙو تماشبين ته سندس ڪوٺي جي چائنٺ اورانگهي نه سگهندو هو. هن وٽ هميشه شريف ۽ خانداني امير ايندا هئا. پوءِ ڀلائي تماشبين جي هڪڙي گفتي مان هوءَ ڪيس سڃاڻي ونندي هئي ۽ اهڙو رويو اختيار ڪندي هئي، جو وري هو سندس ڪوٺي تي پير نه رکندو هو. هوءَ تماشبينن کي عزت ڏيئي ۽ هنن کان عزت وٺي ڄاڻندي هئي.... زيبو بائيءَ جو اشارو سمجهي، سڀ تماشبين اٿي بيٺا ۽ هڪ هڪ ٿي ٻاهر نڪرڻ لڳا. ڪنهن در کي ٽيڪ ڏيئي بيٺل رشيد ڏانهن خارن مان ٿي نهاريو ته ڪنهن ٺوڪ ڀريءَ مرڪ سان ٿي نهاريو. جڏهين تماشبين ۽ سازندا هليا ويا ۽ پڙ پالهو ٿيو ته زيبو بائيءَ جي سموري ڪاوڙ

اُيري آئي پر هن شرافت کي هٿن مان وڃڻ نه ڏنو. ٻيهر ۽ بردبار آواز ۾ پڇيائين، ”ڇو آيو آهين؟“
رشيد هنجي سوال کي نظرانداز ڪري اڳتي وڌيو ۽ زرينه جي هٿ مان ڇڏائجي پٽ تي ڪريل نئين نڪوري ۽ ڪڙڪندڙ پنجاهه جي نوٽ کي هٿ ۾ کڻي، نوٽ ڏانهن نهاريندي چيائين، ”دڪان ڦٽائڻ لاءِ معافي ٿو گهران.“
رشيد جي آواز ۾ لڪل طنز زيبو ٻائيءَ کي چيڙائي ڇڏيو ۽ سندس آواز تکو ٿي ويو.
”مان پڇان ٿي ته هتي ڇو آيو آهين؟“
”دڪاندار خريدار کان اهو نه پڇندو آهي ته ڇو آيو آهين. پر اهو پڇندو آهي ته ڇا کپيئي.“
رشيد جو جواب ٻڌي زيبو ٻائيءَ جي هٿ مان وضعداريءَ جو پلئه ڇڏائجي ويو ۽ هن حاڪماڻي انداز سان چيو، ”هتان هليو وڃ نه ته....“
”نه ته ان ڏينهن وانگر بيعزتو ڪري ڪيندينءَ ’اٿينءَ ني‘“
رشيد هنجي ڳالهه کي اڌ ۾ ڪٽي ڏاڍي ڌيرج ۽ تحمل سان هنجو جملو پورو ڪيو. ”زيبو ٻائي، ان ڏينهن مان تو وٽ خلوص جي دولت کڻي آيو هئس. پر خلوص، همدردي ۽ سچائي اهڙا کوٽا سڪا آهن، جيڪي تنهنجي دڪان تي نه هلندا آهن. انڪري تو مونکي سڄو ۽ سڙيو سمجهي گهران ڪيڏي ڇڏيو هو. پر اڄ.... اڄ منهنجي کيسي ۾ دولت آهي. اڄ دنيا جي ڪا طاقت مونکي هتان ڪيڏي نٿي سگهي. هو اڳتي وڌي ويهاڻي تي ويٺو ۽ پلٿي هڻي، شاهاڻي انداز سان چيائين، ”مجري جو بندوبست ڪيو وڃي، اڄ اسين مجرو ڏسنداسين.“
”تڏهين اڄ تون تماشبين ٿي آيو آهين؟“
”اسين سڀ تماشبين آهيون ۽ هڪ ٻئي جو تماشو ٿا ڏسون.“
”آخر تون چاهين ڇا ٿو؟“ زيبو ٻائيءَ جي آواز مان هلڪي بي وسي ٿي جهلڪي. رشيد ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ هنجي ويجهو اچي، اکيون هنجي اکين ۾ پائي چوڻ لڳو، ”توکي چڱيءَ طرح خبر

آهي تہ مان ڇا ٿو چاهيان.“

”جيڪو تون چاهين ٿو سو ناممڪن آهي.“ زيبو ٻائيءَ جي آواز ۾ سختي اچي وئي ۽ سندس ڪنڌ آڪڙجي ويو جنهن مان سندس ارادي جي پختگي ٿي ظاهر ٿي.

”دولت جي آڏو ڪابہ ڳالهہ ناممڪن نہ آهي.“ رشيد بہ ساڳي ارادي جي پختگيءَ سان وراڻيو. ”تون دڪاندار آهين. تنهنجو ڪم آهي اگهہ ٻڌائڻ. مان خريدار آهيان. منهنجو ڪم آهي اگهہ چڪائڻ. ٻڌاءِ گهڻو وٺنديئن.“

”زرينہ منهنجي زندگيءَ جي آخري موڙي آهي ۽ ڪوبہ دڪاندار پنهنجي آخري موڙي نہ وڪڻندو آهي.“

”تون زرينہ کي آخري موڙي سمجهي، ان موڙيءَ کي واپار ۾ سيڙائي، پئسا ڪمائڻ ٿي چاهين ۽ مان هنکي پنهنجي عزت بنائڻ ٿو چاهيان.“

”منهنجو فيصلو تون ٻڌي چڪو آهين.“ زيبو ٻائيءَ جو جواب ٻڌي رشيد يڪدم پنهنجو لهجو مٽايو ۽ آواز ۾ درد ڀري ڊرامائي انداز سان چيائين.

”زيبو ٻائي، مائرون تہ ڌين کي خوشبختيءَ جون لوليون ڏينديون آهن. سڱن سان ڪري ڌئين کي سهاڳڻيون ٻڻائينديون آهن. تون ڪهڙي ماءُ آهين جو پنهنجي لوليءَ کي ڇير پارائي ٿي نچائين، پنهنجي ڌيءَ جي سهاڳ جو ڪاروبار ٿي ڪرين.“

”اسانجون ڌيئرون هر رات سهاڳڻيون ٻڻجي سمهنديون آهن، ۽ صبح جو ڏهاڳڻيون ٿي اٿنديون آهن.“ زيبو ٻائيءَ برف جهڙي ٿڌي لهجي ۾ جواب ڏنو. رشيد پنهنجي آواز ۾ وڌيڪ درد ڀري، آواز کي وڌيڪ ڊرامائي ٻڻائيندي چيو:

”ٿورو سوچ تہ سهي تہ سڀاڻي جڏهين زرينہ کان حسن ۽ جواني کسجي وينديون تڏهين ڇا ٿيندو.“

”تڏهين هنجي جواني هنجي ڌيءَ جي روپ ۾ ٽڙندي، پوءِ هوءَ مون وانگر پنهنجي ڌيءَ جي حسن ۽ جوانيءَ جو ڪاروبار ڪندي ۽ اهو چڪر ائين ئي هلندو رهندو.“

"مان هنکي ان چکر مان ڪيڻ ٿو چاهيان."
"اهو ناممڪن آهي."

زيبو ٻائيءَ جي جواب سان هنجي دل ۾ ٻرندڙ اميد جو آخري ڏيئو به وسامڻ لڳو، هن پنهنجي ترڪش جو آخري تير استعمال ڪيو.

"مون سمجهيو هو ته تنهنجي ماءُ اڃان مئي نه آهي. تنهنجي دل جي ڪنهن نه ڪنهن ڪنڊ ۾ اها تمنا ضرور جيئري هوندي ته تنهنجي ڌيءَ ڪنهن گهر جي عزت ٿئي، اڄ مونکي پڪ ٿي ته تون نه ماءُ آهين ۽ نه عورت، تون صرف رنڍي آهين."

"نڪري وڃ." زيبو ٻائيءَ دانهن ڪئي. هنجو آواز ڪاوڙ جي شدت کان ڏڪي رهيو هو. سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو هو ۽ سندس ساهه نڪا تڪا کڄي رهيا هئا. رشيد جي وار آئو اثر ڪيو ۽ زيبو تي ٿيل ردِ عمل کي ڏسي هنجي اميد جو ٽمڪندڙ ڏيئو به وسامي ويو. هو ٽڪل وکون کڻندو ٻاهرين در ڏانهن وڌيو. در وٽ پهچي ڪنڌ ڦيري زيبوءَ ڏانهن نهاريائين. هڪ دفعو وري هنجي دل ۾ اميد ڪر کنيو، هو پنهنجي موٽيو ۽ زيبوءَ جي ويجهو اچي ڏاڍي ڏکوئيل انداز سان چيائين:

"مان وڃان ٿو ۽ وعدو ٿو ڪريان ته وري ڪڏهين به موٽي نه ايندس. مون ۽ زرينه هڪ ٻئي سان پيار ڪيو آهي. پيار ڪندڙ دلين کي هميشه لاءِ جدا ڪرڻ کان اڳ، رڳو هڪڙو دفعو اجازت ڏي ته مان آخري دفعو هن سان اڪيلائيءَ ۾ ملان ۽ هن کان موڪلايان."

زيبو ٻائيءَ ڪو جواب نه ڏنو. رشيد کي يقين ٿي ويو ته هنجي آواز جي نماڻائيءَ ۽ ڏک هن تي ضرور اثر ڪيو هوندو.

"ڇا اها آخري ملاقات هوندي."

"ها، مان واعدو ٿو ڪريان ته وري زرينه سان نه ملندس."

"پوءِ پلي وڃي مليس."

"مهرباني، زيبو ٻائي."

رشيد يڪدم پنهنجي مڙيو ۽ تکيون تکيون وکون کڻندو

اندرين ڪمري ۾ هليو ويو.

اندرين ڪمري ۾ زرينه پلنگ تي ڪنڌ جهڪائي ويٺي هئي. رشيد جي پيرن جو آواز ٻڌي هن جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ رشيد ڏانهن نهارڻ لڳي. رشيد به زرينه کي ڏسي ڪمري جي در وٽ بيهي رهيو ۽ زرينه ڏانهن نهارڻ لڳو. اوچتو زرينه اوچنگار ڏني ۽ مونن ۾ منهن وجهي روئڻ لڳي. رشيد اتي ئي بيٺو رهيو. هن ننڍيون ننڍيون وکون کنيون ۽ پلنگ جي پيراندئ واري ٽيڪ تي هٿ رکي ساڳئي ڊرامائي انداز سان چوڻ لڳو، ”اهي لڙڪ اڃان نه هار زرينه، اهي لڙڪ ان وقت لاءِ سانڍي رک، جڏهين تنهنجي ڳلن تي ٽڙيل جوانيءَ جا گلاب ڪومائجي ويندا. جڏهين تنهنجيون بانوريون سانوريون اکيون ڏرا ڏيئي وينديون. جڏهين تنهنجي ڪنول وانگر ٽڙيل چهرو ڪومائجي ويندو، ۽ ان تي وقت جو ڪوريئڙو گنهجن جو بدصورت ۽ پوانٽو جار اُڻي ڇڏيندو. ان وقت انهن لڙڪن کانسواءِ تنهنجو ڪو ساٿي نه هوندو.“ رشيد جي ڳالهه ٻڌي هوءَ ڦٽڪي پئي. مونن مان منهن مٿي ڪري ڪنهن افساني ۾ پڙهيل جملو ورجايائين، ”چا تون منهنجا ڦٽ چٽائڻ نه پر ڏڪائڻ آيو آهين.“

”مونکي غلط نه سمجهه زرينه.“ رشيد هنجي پرسان پلنگ تي وهندي چيو، ”تون منهنجي محبت آهين، عزت آهين، مان توکي ڇير پائي نچندو ڏسي نٿو سگهان. ان ڏينهن تنهنجي ماءُ مونکي بيعزتو ڪري ڪڍيو هو. ۽ ان ڏينهن مون پڪو ارادو ڪيو هو ته وري ڪڏهين به هتي نه ايندس، پر اڄ دل هٿان مجبور ٿي وري تنهنجي در جي چائنٽ تي سوالي ٿي جهول جهلي بيٺو آهيان.“

”مون ته پنهنجو سڀ ڪجهه توکي ڏيئي ڇڏيو آهي.“

”تو ته مونکي پنهنجو سڀ ڪجهه ڏنو آهي، پر ته به ائين ٿو سمجهان، ڇڻ اڃان منهنجي جهولي خالي آهي اندر ۾ اهڙي اڄ آهي جو پيئان ٿو ته به نٿو ڍاپان. زرينه، مان چاهيان ٿو ته تون دڪان جو سينگار نه ٿين، پر منهنجي گهر جي عزت ٿين. اسين ٻئي گڏجي هڪڙو گهر اڏيون، جنهن گهر جي اڱڻ ۾ تنهنجي ڇهري جو

چنڊ چمڪندو رهي، تنهنجي مرڪ جي باک ڦٽندي رهي. مان تڪ جي گهر ۾ پير پايان، تون مرڪي مونڏانهن نهارين ۽ منهنجي زندگيءَ جا سڀئي ڏک، سموريون ڪوڙايون لهي وڃن.“

”منهنجي دل به چوي ٿي ته هن گندگيءَ مان نڪران پر ا.ان.....“

”جڏهن ماءُ ڏيءَ کي ويڪائي مال سمجهي روز هن ته واڪ ڏياري، ان ماءُ جي ڪري تون منهنجي محبت ۽ شريفاڻي زندگيءَ کي ٺي نڪرائين.“ رشيد زرينه جي ڳالهه. اڌ ۾ ڪٽي ٿپ ڏيئي اٿي بيٺو ۽ جوش ۾ چيائين، ”زرينه جي واقعي توکي مونسان محبت آهي ۽ جي واقعي تون هن گندگيءَ مان نڪري شريفاڻي زندگي گذارڻ ٿي چاهين، ته پوءِ اڄ رات هلي اچجان ۽ مان پنهنجي ڪان ٿمن لڳي تائين اسٽيشن تي تنهنجو انتظار ڪندس.“ آخري اکر چئي هو در ڏانهن وڌيو ۽ تڪا تڪا قدم کڻندو ٻاهر نڪري ويو.

رات جو ڏيڍ لڳي زرينه بيگ کڻي ۽ پير پير ۾ کڻندي پنهنجي ڪمري مان نڪري ٻاهرين ڪمري ۾ اچي بيٺي. ڪمري ۾ ٻاٽ اونداهي ڇانيل هئي. ان ڪمري ۾ مجرو ٿيندو هو ۽ رات جو جڏهن سيٺي وڃندي هئي، تماشبين هليا ويندا هئا، تڏهن هنجي ماءُ ساز ۽ طول ويهاڻا پاسيرا رکي، در جي پرسان کٽ وجهي سمهندي هئي. هينئر به ماڙس در جي پرسان کٽ تي ستل هئي ۽ هنکي ڊپ هو ته متان ماڙس سندس پيرن جي آواز، يا در کولڻ جي کڙڪي تي جاڳي نه پوي، هوءَ ڌڙڪندڙ دل سان اونداهيءَ ۾ اندازي سان پير کڻندي اڳتي وڌي. ماءُ جي کٽ وٽ پهتي تهنجي دل ايتري ته زور سان ڌڙڪڻ لڳي جو هنکي پڪ ٿي وئي ته سندس دل جي ڌڪڻ جي آواز تي ماڙس جاڳي پوندي ... کٽ وٽان لنگهي هوءَ در وٽ پهتي ته اوچتو ڪمري جي بتي ٻري پئي، هنکان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. هن ڇرڪي ڦري ڏٺو. سامهون

سندس ماءُ بيٺي هئي.

”امڙ پيڪاڻو گهر ڇڏڻ کان اڳ ماءُ سان ملي ته وڃ.“

هنجي هٿ مان بيگ ڇڏائجي وئي ۽ هو ڊوڙندي ماءُ جي سيني سان اچي لڳي ۽ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. ماڻس سندس مٿي تي هٿ ڦيريندي چيو.

”شل سکين رهين، سدا سهاڳڻ رهين. ڪهڙي ماءُ آهي جيڪا پنهنجي ڌيءُ جي سهاڳڻ ٿيڻ ۾ آرهي ٿيندي. پر ڌيءُ اسانجي زندگيءَ جي پيڙي جنهن ڪُن ۾ ڦاٿل آهي تنهن مان ڪڏهين به نڪري نٿي سگهي، اسان دُڪان جو سينگار ته ٿي سگهون ٿا پر گهر جي عزت ٿي نٿا سگهون.“

”امان رشيد مونسان واعدو ڪيو آهي ته هو مونکي پنهنجي گهر جي عزت بڻائيندو.“

”هر عورت پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ جوڙيندي آهي ۽ ان جاءِ جي ڳولا ۾ ساري حياتي رُلندي آهي. مون به پنهنجي جيءَ ۾جاءِ جوڙي هئي ۽ ان جاءِ جي ڳولا ۾ تو وانگر آڌيءَ رات جو گهران نڪتي هيس، مون به تو وانگر ڪنهنجي واعدن تي ويساهه ڪيو هو پر مونسان ويساهه گهاتي ٿي ۽ مان رُلي رُلي ڌڪا ٿاٻا کائي واپس موٽي آيس.“

”امان، رشيد اهڙو نه آهي. هو مونسان ڪڏهين به ويساهه گهاتي نه ڪندو.“

”هيءَ دنيا ڪوڙ جي بازا آهي، جتي واعدن ۽ ويساهن سان ڪوڙ جو ڪاروبار هلندو آهي.“

”امان ....“

”مان توکي جهليان نٿي ڌيءَ، مان ته چاهيان ٿي ته شرنايون وڄائي پنهنجي ڌيءَ جي شادي ڪريان. تنهنجيون سرتيون سهرا ڳائن ۽ تون ڪنوار ٿي، پنهنجي گهوٽ جي پڳ جي ڇانوَ ۾ پيڪاڻي گهر جي چائنٺ ٽپين. پر اسانجي ته ڇڄ به اٿين نڪرندي آهي، جڏهن ميت پٺي نڪري وڃ ڌيءَ، دير ٿيندي هوندءِ، گهوٽهين انتظار ڪندو هوندو. پيو ڏاج ته ڏيئي نٿي سگهانءِ، هي ويهين هزارين

جو چيڪ اٿيئي شايد وقت نا وقت تي ڪم اچي وڃيئي.“

”امان .... !“ هنجي دل جي اٿاه اونهاين مان آواز نڪتو ۽ هن وري ماءُ کي ڳرانڙي پاتي ۽ وري سندس اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

زرينه پلاسٽڪ جا رنگ برنگي گل، گل دان ۾ سجايا ۽ پوءِ گلن مٿان ڪنڌ جهڪائي، اونهون ساه کڻي چيائين:

” جنهن گل ۾ خوشبوءِ نه هجي، اهو گل ئي ڪهڙو. گلدانن ۾ پلاسٽڪ جا گل سجائي، ماڻهو ڪيئن نه پنهنجو پاڻکي دوکو ٿو ڏي.“

رشيد پريان سوٽ بوٽ پائي صوفي تي ويٺو هو. سندس منهن مان اندر جي اڻ تڻ تي بکي، زرينه جي ڳالهه ٻڌي هن ٿڌو ساه کنيو ۽ ڪنڌ صوفي جي ٽيڪ تي رکي، ڇت ڏانهن نهاريندي چيائين:

” تمناؤن ۽ خواب به پلاسٽڪ جا گل آهن، جنکي ماڻهو پنهنجي دل جي گلدان ۾ سجائيندو آهي.“

رشيد جي آواز مان ٻکنڊڙ ڏک ۽ مايوسيءَ کي محسوس ڪري زرينه هن ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ساڙهيءَ جا پلاو سنڀاليندي رشيد جي پنيان بيٺي ۽ ٻئي هٿ صوفي تي رکي، رشيد جي مٿان جهڪي منهن هنجي منهن جي ويجهو آڻي چيائين:

” رشيد، تون اسانجي تمنائن ۽ خوابن کي پلاسٽڪ جا گل ٿو سڏين؟“

” ها زرينه، منهنجون اميدون ۽ منهنجا خواب منهنجي دل جي گلدان ۾ سجايل پلاسٽڪ جا گل آهن، جن ۾ ڪا خوشبوءِ ڪانهي. ڪڏهين ڪڏهين ته اهي گل ڪنڊا ٿي منهنجي هنيانءَ ۾ چڀندا آهن. مون خواب ڏٺا هئا ته توسان شادي ڪندس، نوڪري ڪندس ۽ ٻئي گڏجي آدم ۽ هوا وانگر پنهنجي جنت آڏينداسين. اسانجي شاديءَ کي ٻه مهينا ٿي ويا آهن. ٻن مهينن کان هن هوٽل ۾ رهيا پيا آهيون ۽ ٻن مهينن کان تنهنجي ٽڪرن تي پلجي رهيو

آهيان.“

رشيد جي آخري اکرن هنکي ڏکوئي ڇڏيو. ڏاڍي ڏکويل آواز ۾ چيائين، ”ڇا تون مونکي ڏاريون ٿو سمجهين جو اهڙا اکر ٿو واتان ڪڍين. مان تنهنجي آهيان، منهنجو سڀڪجهه تنهنجو آهي. پريشان نہ ٿيءُ، دل نہ لاه، نوڪري بہ ملي ويندي.“

”عورت ماضيءَ ۾ جيئندي آهي ۽ مرد مستقبل ۾ جيئندو آهي. منهنجو مستقبل ڇا آهي. اهوئي نہ، تہ ساري زندگي، تنهنجي پئسن تي گذاريان ۽ جڏهين تنهنجا پئسا ختم ٿي وڃن، تڏهين ڪا معمولي نوڪري ڪري پيٽ هزارين ۽ لکين انسانن وانگر گمنام ۽ نهايت ئي غير اهم زندگي گذاريان، نہ مان اهڙي زندگي نہ گذاريندس. مان پنهنجو آئيندو اڏڻ ٿو چاهيان. پنهنجي مستقبل لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ ٿو چاهيان. ڪجهہ ڏينهن اڳ دوستن جي صلاح سان لکين روپين جي ٺيڪي جو ٽينڊر ڀريو هوم. اهو ٽينڊر پاس ٿي ويو آهي. ٻن ٽن ڏينهن ۾ ڪم شروع ڪرڻو آهي. پر مون وٽ پائي بہ ڪانهي.“

”پريشان ڇو ٿو ٿين، الله سڀ چڱي ڪندو. گهڻا پئسا گهرجنئي.“

”لکن جو ڪم آهي، گهٽ ۾ گهٽ اڌ منو لک تہ هجي جو ڪم شروع ڪري سگهان. پوءِ بل ملڻ شروع ٿي ويندو ۽ ڪم پيو هلندو.“

”ايترا پئسا مونوٽ ٿي وندا. پنجويهہ هزار بئنڪ ۾ آهن. ويهين هزارين جو امان چيڪ ڏنو هو. ٻيا زيور آهن، تون زيور وڪڻي بئنڪ مان پئسا ڪيرائي پنهنجي نالي بئنڪ ۾ رکراءِ تہ جيئن ڪم ۾ هٿ نہ منجهيئي.“

”زرينہ، مان مرد آهيان. مرد زالن کي زيور پارائيندا آهن. زالن جا زيور لاهيندا نہ آهن.“

”تو مونکي شرافت جو زيور پارايو آهي، آهو زيور نہ لاهجان. ان زيور ڪانسواءِ مونکي ٻيو ڪوبہ زيور نہ گهرجي.“

رشيد انڪار ڪندو رهيو ۽ زرينہ کيس مڃائيندي رهي.

آخر زرينه جي گهڻي آزي نيزاريءَ کانپوءِ رشيد سندس زيور ۽ پئسا وٺڻ لاءِ راضي ٿي ويو. زرينه هنکي زيورن جي پيٽي ۽ پئسن جو چيڪ آڻي ڏنو. رشيد چيڪ ۽ زيور وٺي زرينه کان موڪلائي گهر مان نڪتو ۽ زرينه صوفي تي آهلي ايندڙ خوشين جي خوابن ۾ گم ٿي وئي.

صبح جو سوير در کڙڪيو، زيبو بائيءَ اٿي در کوليو ته هن کان دانهن نڪري وئي. هنجي سامهون زرينه بيٺي هئي.

”زرينه تون! تون هتي ڪيئن.“

زرينه يڪدم اڳتي وڌي، ماءُ جي سيني سان اچي لڳي ۽ اوڇنگارون ڏيئي رُئڻ لڳي، زيبو ڌيءَ کي ڀاڪر ۾ جهليو ۽ کيس سهارو ڏيئي اندر وٺي آئي.

”ڇا ٿيو ڌيءَ.“

”ڪجهه نه امان. مان رستو ڀلجي وئي هيس. هينئر رلي رلي پنهنجي منزل تي موٽي آئي آهيان.“

”رشيد ڪيڏانهن ويو؟“

”هو پنهجي منزل ڏانهن موٽي ويو ۽ مان پنهنجي منزل ڏانهن موٽي آئي آهيان. تو چيو هو نه ته: هيءَ دنيا ڪوڙ جي بازار آهي جنهن ۾ واعدن ۽ ويساهن سان ڪوڙ جو ڪاروبار ٿيندو آهي. هوبه وڻجارو هو ۽ وڻج واپار ڪري هليو ويو.“

”پر ڌيءَ....“ هنکي سمجهه ۾ نه آيو ته پنهنجو جملو ڪيئن پورو ڪري.

”امان،“ هن پريل آواز سان چيو، ”مونکي هنج ۾ لڪاءِ مان ڏاڍي ٿڪجي پئي آهيان.“ هن ڏاڍي آهستگيءَ سان نننڍڙي ٻار وانگر ماءُ جي هنج ۾ ڪنڌ رکيو ۽ روئڻ لڳي.

اڄ وري زيبو بائيءَ جي ڪوٺي تي محفل متل هئي. تماشبين طول ويهاڻن کي ٽيڪ ڏيئي ويٺا هئا. اڄ وري طبلي تي هٿ لڳو ۽ بي اختيار زرينه جا گهنگرو ڇمڪي پيا. اڄ وري هوءَ

ماپيل توريل انداز سان بت کي ورائندي رهي. ڪڏهين سندس بت پڪل ميوي سان جنهجهيل ٽاريءَ وانگر جهڪي ٿي آيو ۽ ڪڏهين ڪماڻ وانگر هڪشجي ٿي ويو، جنهن مان سندس جوانيءَ جا تير، چٽڻ ڪانسواءِ ڏسڻ وارن جي سينن جي آر پار هليا ٿي ويا. آخري ڦيري پائي هوءَ گوڏو کوڙي هڪڙي تماشبين جي سامهون ويٺي ۽ هٿن کي ناٽ جي انداز ۾ ورائي ڳائڻ لڳي.

"تنهنجي رمز سهڻا مان ڇا سمجهان، آسان به آ دشوار به آ،
تنهنجي واعدي تي اعتبار ڪهڙو، اقرار به آ، انڪار به آ."

---

ادب جو زوال، قوم جي زواليت جي نشاندهي ڪري ٿي.

- جان وولف گينگ

هڪ غلام پريس پيٽي مهلڪ آهي. اِها نه رڳو حقيقتن کان بي خبر رکي ٿي، پر تباهي ڏانهن به ڌڪي ٿي.

- چارلس ڪالب ڪالٽ

پريس تي پابندي وجهڻ، هڪ قوم جي بيعزتي ڪرڻ آهي. ڪتابن پڙهڻ تي پابندي، اهوئي ظاهر ڪري ٿي عوام کي بيوقوف يا غلام بنايو پيو وڃي.

- ڪلاب اڊبرائن

نجم عباسي

# سرٽيفڪيٽ

”جيئي سنڌ.“ ٻهرين اينڊڙ ڇوڪري، ڊاڪٽر سان هٿ ملائيندي چيو.

”سدا جيئي، سدا جيئي.“ ڊاڪٽر ٻهڪندي جواب ڏنو.

ٻئي ڇوڪري به ڊاڪٽر سان هٿ ملايو.

”ويهو ادل ويهو.“

”سائين مهرباني.“

”خوش ڇڱا ڀلا، جوڙ ڀلارا.“

”سائين خير هوندو.“

”ڪيئن اچڻ ٿيو آ؟“

”سائين گهڻي وقت کان توهان سان ملڻ جو شوق هو، پر ڊپ ٿيندو هو ته توهين وڏا ماڻهو، ناراض نه ٿيو ته هر و ڀرو ملڻ چو آيا آهن.“ ٻهرين ڇوڪري چيو.

سارو وقت ٻهريون ئي ڳالهائيندو رهيو. ٻيو ماٺ رهيو.

”نه بابا، مان انڪري ناراض ڇو ٿيندس.“ ڊاڪٽر وراڻيو.

”گهڻي عرصي کان توهان جون ڪهاڻيون، اخبارن ۽ رسالن ۾ پڙهندا رهيا آهيون. ڏاڍيو وڻنديون آهن، ڏاڍيو متاثر ٿيندا آهيون.“

”اڇـا.“

”توهانجا شايع ٿيل ڪتاب به پڙهيا اٿئون. خوشامند ڪانهي، توهين سنڌ جا بهترين اديب آهيو.“

”مهرباني.“

”توهان جهڙن سنڌ دوست ماڻهن ۾ ئي سنڌين جون اميدون آهن. اسانکي توهان تي ناز آهي.“

ڊاڪٽر پنهنجي مُرڪ لڪائي نه سگهيو.

”پر ادل، توهان پنهنجي واقفيت ته ڪرائي ڪانه؟“

”سائين اسين گورنمينٽ ڪاليج جا شاگرد آهيون.“

”ڪهڙي ڪلاس ۾؟“

”سائين بي-اي ۾.“

”اڙي.... ڏسو مان سنڌي لچڻ وساري ويٺس. مهمانن کي چانهه جي صلاح به ڪونه ڪيم.“

”نه سائين، چانهه جي تڪليف نه ڪريو. اسين هينئر پي يا آهيون.“

”حجاب نه ڪجو.“

”نه سائين، حقيقت ۾ اسان چانهه پيتي آهي.“

”ڀلا لکڻ پڙهڻ سان به شوق اٿو، منهنجو مطلب آهي ڪورس کانسواءِ؟“

”سائين پڙهڻ سان ته آهي، باقي لکڻ ڪونه اچيم. البت قومي هلچل سان چڱو واسطو رهيو آهي.“

”اڇا.“

”ها سائين. مان پنهنجي ڪاليج ۾ جيئي سنڌ، شاگرد جماعت جو مکيه ڪارڪن پڻ رهيو آهيان. ڪاليج يونين جي چونڊن ۾ منهنجو وڏو هٿ هوندو آهي. ۽ جيئي سنڌ وارن کي ڪٽرائڻ جي پوري ڪوشش ڪندو آهيان.“

”ڏاڍو سٺو.“

”ها سائين، اهو ته اسانجو فرض آهي. اسين سنڌي به سنڌ لاءِ نه ڪنداسون ته ٻيو ڪير ڪندو؟ مان ته تودي چوڪرن کي چوندو آهيان ته حڪومت جا پٽو نه بنجو، پر عوام جا پٽو بنجو. اسانکي هتي جي عوام کي پنهنجي حقن جو احساس ڏيارڻ، حقن لاءِ لڙڻ ۽ حقن حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻو آهي.“

”توهان شاگردن کي ٻهراڙيءَ ۾ وڃي ڪم ڪرڻ گهرجي ٻهراڙي ئي سنڌ جي اصل طاقت آهي.“

”ها سائين، مان پاڻ جماعت ۾ رٿ پيش ڪرڻ وارو آهيان ته اسين جتنا ناهي، ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي ماڻهن ۾ شعور جاڳايون.“

”واهه واهه.“ ڊاڪٽر جي چهري تي خوشيءَ جا اهڃاڻ

نظر آيا. هو ڇوڪري کان متاثر ٿي رهيو هو.

”سائين، اهي سڀ توهانجون دعائون ۽ توهان جهڙن جي رهنمائي آهي.“

”بابا، مونکي ايڏو نه پڏايو. مان ته رواجي ماڻهو آهيان.“

”سائين، مان پنهنجا حقيقي جذبا بيان ڪري رهيو آهيان“

”ها پلا ڪاليج جو ماحول ڪيئن آهي، پڙهائيءَ جو ڪهڙو حال آهي؟“

”سائين پناهگير تعصب لڳايو ويٺا آهن، سو فري شپون ۽ اسڪالر شپون پنهنجن کي ڏياريو ڇڏين، باقي غريب ۽ حقدار سنڌي شاگرد پاٿون ڪائيندا وتن.“

”پوءِ توهان ان بابت ڪجهه ڪيو ڪونه ٿا؟“

”ها سائين، گهڻو ڪجهه ڪري رهيا آهيون. جماعت طرفان ان ڳالهه کي کنيو اٿئون. سائين، ان ڪانسواءِ ٻيون پڻ ڪيتريون اسان سان ڏاڍايون آهن. امتحان ۾ به اسانکي نقصان رسائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي ويچي ٿي. اجهو منهنجو پنهنجوئي مثال آهي. پرنسيپال کي خبر آهي ته مان جيئي سنڌ شاگر جماعت جو مکيه ماڻهو آهيان. ڪجهه جماعت جي جلسن، جلوسن جي سلسلي ۾، ۽ ڪجهه بيمار پوڻ ڪري، منهنجي حاضريءَ مان ڪجهه ڏينهن کٽي پيا آهن. بس هاڻي انهيءَ ڳالهه کي بهانو بنائي، پرنسيپال منهنجي امتحان جو فارم نٿو پري ۽ منهنجو سال ٿو وڃائڻ چاهي.“

”هون.“ ڊاڪٽر چيو، ”ته پوءِ جيترا ڏينهن تنهنجا کٽن ٿا، اوترن ڏينهن جو مان توکي بيماريءَ جو سرٽيفڪيٽ ٿو ڏيان. پوءِ تنهنجي پرنسيپال کي تنهنجو فارم رد ڪرڻ جو نه عذر رهندو ۽ نه اختيار.“

”نه سائين، مان توهانکي اهڙي تڪليف ڏيڻ مناسب نٿو سمجهان.“

”نه بابا، تڪليف ڪهڙي آهي. اهڙي وقت به مان توجهڙي مجاهد کي ڪم نه آيس ته پيو ڪڏهين ايندس.“

”سائين....“

”بس، تون ٻڌاء گهڻا ڏينهن کٽن ٿا؟“
”سائين .... ٽيهه ڏينهن.“
ڊاڪٽر رجسٽر ۾ داخلا ڪئي، سرٽيفڪيٽ لکيو ۽ هنکي ڏنو.
”سائين هيءَ ته توهان وڏي مهرباني ڪري ڇڏي. سائين في گهڻي ڏيان؟“
”توکان في نه وٺبي. توجهڙن نوجوانن جي في قوم جي ڪندي آهي.“
”سائين، توهانجا لک لک احسان. چڱو سائين، جيئي سنڌ.“
”سدا جيئي!“
ٻئي ڇوڪرا اسپتال کان ٻاهر آيا.
ٻئي ڇوڪري، ٻهرين ڇوڪري کي چيو: ”اڙي ڀٽيا، تون ته ڪڏهين ڪو رسالو پڙهين نه ڪتاب، نه ادب سان واسطو، پوءِ تو ڊاڪٽر صاحب کي ڪيئن چيو ته: بهترين اديب آهيو ۽ بهترين قومي ڪهاڻيون لکندا آهيو. تنهن کانسواءِ ان ڪوڙ هڻڻ جو به ڪهڙو ضرور هو، ته تون جيئي سنڌ جو ڪارڪن آهين، حالانڪ تو نه ڪڏهن ان تحريڪ ۾ حصو ورتو، نه تو وٽ قومي جذبو آهي.“
”مون ٻين کان ٻڌو آهي ته ڊاڪٽر صاحب ڪهاڻيڪار آهي ۽ قومي خيالن جو آهي.“
”پر به هيترو ڪوڙ ۽ لٻاڙ ڇا لاءِ؟“
”سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ لاءِ.“

---

پريس ضرور آزاد هئڻ گهرجي. آزاد پريس ڪيترين ئي خرابيون دور ڪيون آهن. جيڪڏهن گورنمينٽ پريس کي پاڻ ڏانهن ناراض ڏسي ته پريس تي سختي ڪرڻ بدران، پنهنجو تجزيو ڪري ان تي انهيءَ جو ڪارڻ ملي ويندو.

- ٿامس ارسڪن

خليل قاضي

# روح جا ريلا

چانهه جو خالي ڪوپ ميز تي رکڻ لاءِ مُڙيس ته هڪڙي ڇوڪريءَ کي دروازي جي اڌ کُليل تاڪن جي وچ ۾ بيٺل ڏٺمي ڇرڪي پيس. ڪوپ هٿن مان ڪرندي بچيو هو. منهنجي دل تيزيءَ سان ڌڙڪڻ لڳي. ساهه گهٽجي ويم. نڙي خشڪ ٿي وئي. زبان تارونءَ سان اٽڪي پئي. هوش سنڀالي ڏانهس نهاريم. مونکان بي اختيار نڪري ويو، ”او، شازيه تون!“ پنهنجي حالت زوريءَ لڪائڻ لاءِ مُرڪي ڏنم. حالانڪ منهنجي دل اڃان تائين ڌڙڪي رهي هئي. کيس چيم، ”ٻاهر ڇو بيٺي آهين، اندر اچ.“

هوءَ اندر هلي آئي، منهنجي ساڄي پاسي پٽ سان لڳل صوفي تي ويهي رهي. هڪ نظر مٿس وڌم، وار وکري منهن تي وري آيا هئس. منهن خزان جي ڇڻيل پنن وانگر هيڊو ٿي ويو هوس. اکيون رنج ۾ رلي ويل هرڻيءَ وانگر وياڪل ٿي ويون هئس. هوءَ تڪڙا تڪڙا ساهه کڻي رهي هئي. پيلو رنگ وڇوڙي جو رنگ آهي. کيس پيلو وڳو پهريل ڏسي منهنجي دل ڪنهن اڻڄاتل خوف کان گهٽجڻ لڳي. پر وري پاڻکي آٿت ڏيندي سوچيم: اهي ڏندڪٿائون آهن. ڪوڙ آهن. انهن ڳالهين جي حقيقت سان پري جي به ماٽي ڪانهي. سودائي دل کي سمجهائيندي پرچايم، پڙهيل ماڻهو انهن غير سائنسي ڏندڪٿائن تي اعتبار نه ڪندا آهن. آءٌ پڙهيل آهيان. انهيءَ ڪري ڏندڪٿا تي اعتبار نه ڪيم ۽ سندس ڪپڙن تان نظرون هٽائي ڇڏيم. هوءَ سڄي ٽمگ ڪابيءَ تي ورائي ڪنڌ صوفي جي ٽيڪ تي لاڙي. خلا جي رهواسين وانگر پولارن ۾ ڪجهه ڳولي رهي هئي. رکي رکي هنجي اکين ۾ لڙڪ لڙي پئي آيا. مونکي هنجي پريشاني سمجهه ۾ نه پئي آئي. کيس اڻين وڇايل وڇايل ڏسي چيم، ”شازي پاڻکي هن گُهٽ مان ٻاهر هلڻ گهرجي. سير به ٿي ويندو ۽ تنهنجي دل به...“

خاموش رهي. ڪوبه جواب نه ڏنائين. هينئون چپ ڏندن هيٺ ڏئي مانيڪي رهي.

ڪجهه دير ڪانپوءِ وري چيم، "اجايو بور نه ڪر شازي هل ٻاهر هلون."

ساڳيءَ طرح ڇت ۾ گهوريندي رهي، ڇڻ ڪجهه ٻڌوئي نه هئائين. شازيه جي خاموشيءَ مونکي هيڪاري الجهن ۾ وجهي ڇڏيو. ڪجهه به سمجهه ۾ نه پئي آيم، مان ته مرڳوئي ڪاڻ پئي آئي. ماحول تان مان جي دز لاهڻ لاءِ ساڏس چرچو ڪيم، چيم، "عورت ۽ مان! " هميشه جيان چيڙائيندي چيو مانس، " هروڀرو پنهنجي برادريءَ جو رڪارڊ خراب نه ڪر."

هن هميشه وانگر ورائي ڪونه چيو ته، 'توهين مرد ته بنهه ٻوٽ ٻڌيو پيا هلو.'

مون وري ڳالهايو، چيم، "ڪجهه ته ڳالهاءِ شازي، ڏس ڏس پائيڪرافٽ جي چاچي ٿيندي وڃين."

هوءَ سيٺجي وئي. چپ ٿورا چريس.

پنهنجي ڪوشش جاري رکندي چيم، " شازي، ڪجهه ته ڳالهاءِ، مونکي ڊپ آهي ته قاتي نه پوين."

شايد منهنجي ڳالهه نه وڻيس، منهن هٿن ۾ لڪائي سڏڪي پئي. گهڙي پلڪ ۾ اکين جو پاڻي آڱرين جي چيرن مان نارا ڪري وهڻ لڳس. نئي چاتم ته منهنجي ٿورڙي مذاق جو ايڏو اثر وٺندي. پنهنجي ٿوڪن تي پڇتائيندي چيم، " شازي، اج توکي ڇا ٿي ويو آهي."

ڏنم، اسي ورهين جي پوڙهيءَ وانگر هيٺ جهڪي آئي ساهه سڏڪن ۾ وچڙي رهيو هوس. مونکان سندس اها حالت ڏٺي نه ٿي. ڏانهس وڌي ويس. مٿي تي هٿ رکي چيومانس، " ڇا ڳالهه آهي شازي، تون اج ايڏي پريشان ڇو آهين؟"

"هر ڪنهنجو پنهنجو نصيب." سڏڪن وچڙيل آواز ۾ چيائين، "منهنجي دل ۾ درد جو سمنڊ ڇوليون پيو هڻي ياءُ، آءُ مري ويندس."

هنجي ڳلن تان لڙڪ لارون ڪري وهڻ لڳا. دل مان درد جي سٽ اڀريس هوءَ سچي وتجي سنجي وئي. هيٺيون چپ ڏندن ۾ ڀڪوڙي ڇڏيائين. شازيہ جي اها حالت ڏسي منهنجي دل ڪنل پکي وانگر ڦٿڪڻ لڳي. تڙپندي چيو مانس، ”پاڻ تي ايڏو ظلم نہ ڪر. ٻڌاءِ شازي، ڪنهن تنهنجي دل ڏکوئي آهي.“

اکيون اگهي، الا ڇپر ڪٿي مونڏي ڏنائين، سندو هڪ وار وري بند ٽوڙي هليو. ڏڪندڙ چپن سان چيائين، ”دل جو مندر ڀُري پوندو آهي تہ اميدون واريءَ جا دڙا ٿي ويندي‌ون آهن. آرزوئن جي لاشن تي ڪوبہ اميدن جا ڏيئا ڪونہ ٻاريندو آهي.“ رئي جي پلؤ سان اکيون اگهندي چيائين، ياد اٿئي عاصم، تو هڪ دفعي چيو هو: هن دنيا ۾ ڪيرہ ڪنهجو ڪونهي. هتي ”ڪوبہ عيسيٰ جي سوري تي ڪونہ لٽڪندو آهي.“

وراڻيم، ”ماضيءَ ڪي نہ موٽاءِ شازي، مونکي سڀڪجهہ ياد آهي. پر تون اڄ اهي ڳالهيون چو پئي ڪرين.“ منهنجو آواز ڀرجي آيو. چيم، ”مونکان بہ ڳالهہ ٿي رکين.“

هوءَ ماٺ، ساڳيءَ طرح اداس.

ڪيس خاموش ڏسي چيم، ”آءٌ تنهنجو ڀاءُ آهيان شازي، مونکي پنهنجو دوست سمجهہ.“

هوءَ پنهنجي وجود کان بي‌خبر، صوفي تي مٿو ٽيڪي ڪاشيءَ جي سرن ۾ گهوري رهي هئي. سچو بت ساڪن ٿي ويو هوس. ڏکو ساهہ ڇڏيندي چيائين، ”زندگي ڪيڏي نہ رنگين آهي... ! ڪيڏي نہ پر فريب!“

شازيہ کلڻ جي ڪوشش ڪئي، مونکي هنجو کلڻ بي‌مهلو لڳو. پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيم، ”تو پنهنجي پريشانيءَ جو سبب نہ ٻڌايو.“

ڇت مان اکيون ڪڍي، ويران نگاهن سان مونڏانهن نهاري چيائين، ”ڪيڏو نہ پيارو رشتو آهي ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو! مصور ۽ مسرت وڏيون خوشنصيب آهن.“

سندس ڏکويل دل کي آٿت ڏيندي چيم، ”مون توکي

ڪڏهن به هنن کان گهٽ نامي سمجهيو.“

”سمجهڻ ۽ هئڻ ۾ فرق هوندو آهي عاصم.“ هن يڪدم وراڻيو.

”اهي فرق ماڻهن جا ناهيل آهن. مون پاڻکي انهن بندڻن کان هميشه آزاد سمجهيو آهي.“ پڻن تي ٽڪي هڻي چيومانس، ”شازي، مون توکي پهرين چئي سماج کان بغاوت ڪئي آهي.“ کيس دلداري ڏيندي چيم، ”مون تقدير سان جنگ جوتي آهي. ان وقت جي واڳ ورائي وٺندس. منهنجي هوندي تون ڪوبه غم نه ڪر.“ شازيه جي اکرن منهنجو اندر اڌ ڪري ڇڏيو هو. درد کي دٻائي فقط ايترو چئي سگهيس ”شازي، مونکي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر.“

اٿل کائي چيائين، ”ايڏو فريب کائي، اڃا سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان. عاصم دل جو مندر هڪ وار پرندو آهي تہ وري جڙڻ مشڪل هوندو آهي.“

دل تي تري آيم اهو ڏينهن، شازيه ڪجهه ٻڌندي ٻڌندي چيو هو: ’ياءِ پنهنجي دل تہ الله تو چاڙي .... پر ماڻهو ....‘

سندس ڳالهه ڪٽيندي چيو هوم: ’ڪاري عينڪ پائڻ سان اڇا ڪپڙا ڏسي نہ سگهبا آهن. چور کي سڄي دنيا چور نظر ايندي آهي، ماڻهن جو وات ۽ دريا جو منهن، ڪڏهن بہ بند ٿيڻو ناهي.‘ کيس دلداري ڏيندي چيو هوم، ’شازي مون توکي پهرين چيو آهي. مونکي تنهنجي عزت بہ مصور ۽ مسرت وانگر عزيز آهي.‘

اڄ شازيه منهنجي دل چيري ڇڏي هئي. اندر جي آگ منهنجي وجود کي جلائي رک جو ڍير ڪري ڇڏيو سوچيم: عورت ذات ڪيڏي نہ خود غرض آهي. خاموشيءَ کي ٽوڙيندي شازيه چيو، ”جيڪي ٻڌو اٿم، ڪنهن تي اعتبار نٿو اچيم. بحرحال مونکي توکان ڪا شڪايت ڪانهي، دلفريب دغا ڏيڻ، توهان مردن جي فطرت آهي.“

”مونکي ايڏو الزام نہ ڏي شازي، تون آخر چوڻ ڇا ٿي چاهين.“ مونکان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. هٿ ٻڌي چيومانس،

”مان اڪيلي وڏيل آهيان شازي، مونکي وڌ نہ ڏي.“

پٽ تي ٽنگيل موهن جي دڙي جي تصوير ڏانهن نهاريندي شازيہ چيو، ”ماسيءَ چيو آهي، امان کي تہ، عاصم کي شازيہ سان..“ هوءَ وڌيڪ ڪجهہ ڪونہ سگهي، جڻ ڪنهن چپ سبي ڇڏيا هئس.

زهر ۾ ٻڏل هڪ تير مونتي اچلي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين ڪنن جون پاپڙيون ڳاڙهيون ٿي ويس.

شازيہ جي ڳالهہ تان مونکي ڪل اچي وئي. مٿس رحم اچڻ لڳم. ۽ رحم اچڻ بہ گهرجي. ڏسو نہ، ڪيڏي ڳالهہ تي پنهنجي ڪهڙي حالت ڪري ڇڏي هئائين، ڪل روڪيندي چيم، ”جيتوڻيڪ مون ائين چيو ناهي، پر مونکي انهيءَ کان انڪار بہ ڪونهي.“ مان يڪدم سنجيده ٿي ويس. چيم، ”ڇاڪاڻ تہ شازي توکي مونسان محبت ڪانهي.“

شازيہ تڙپي اٿي. پرون ڳنڍجي ويس. چپ پڪوڙي ڇڏيائين. ڏندن کي ڪرٽيندي چيائين، ”ڪيڏو نہ سچ چيو ٿي خالد....! دغاباز.... فريبي....“ هوءَ اٿي بيٺي. هنجون ٽنگون ڏڪي رهيون هيون. ڪاوڙ ۽ نفرت کان سڄو منهن ڳاڙهو ٿي ويس. هوءَ روئي پئي. ساهہ لڪيءَ ۾ اٽڪي پيس. سڏڪندي چيائين، ”عاصم.... مون توکي.... پنهنجو سڀ ڪجهہ سمجهيو هو... بهرحال چڱو ٿيو.“

هو تڪڙي تڪڙي دروازي ڏانهن وڃڻ لڳي. ائين روح جا رشتا ڇڇندا ڏسي منهنجي دل جا تانڪا ٽٽي پيا. پاڻهن کان ڇڪي صوفي تي وهاريومانس. ڪافي روڪڻ جي باوجود منهنجي ڳلن تان ڳوڙها وهي هليا. ڪارو پاڻي وات ۾ لاهيندي چيم، ”سڀڪو ٻاهر ڏسندو آهي. ڏکندي دل جي ڪنهنکي خبر.“ کيس يقين ڏياريندي چيم، ”مونکي غلط نہ سمجهہ شازي، مونکي تون بہ مسرت وانگر ئي عزيز آهين.“

آءٌ خاموش ٿي ويس. مون سوچيو: هو مونتي يقين ڪندي ۽ چوندي: مون تنهنجي روح کي گهائي وڏو آهي پاءِ، مونکي معاف ڪر ۽ آءٌ هنجا هٿ پنهنجي هٿن ۾ وٺي، ٽڪٽڪي هڻي چوندو مانس: ڇري، روح جا رشتا ماسٽر ڊيريءَ جا ڌاڳا ڪونہ

آهن، جو اشاري سان ٽئي پون. پوءِ اسين ٻئي ماضي وساري ڪلي ويهنداسين. پر منهنجي سوچ، سوچ ئي رهجي وئي ــــ مان ڪجهه به نه ڳالهايو.

مونکي ياد آيو، زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڪلهه شازيه سان هاسٽل ۾ ملڻ ويو هوس. نياپو موڪليو مانس. چوائي موڪليو هئائين: منهنجو ڪوبه ڀاءُ ڪونهي مان ڪنهن به عاصم ڪي ڪانه سڃاڻان.

جواب ٻڌي منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. منهنجو مغز چڪرائجي ويو. ٽنگون ست ڇڏي ويم. منهنجو روح ڪُن ۾ ڦاٿل ٻڪيءَ وانگر پرزا پرزا هئي هئي ساڻو ٿي ويو. ذهن جي مقبري ۾ پڙاڏا ٿيڻ لڳا، منهنجو ڪوبه ڀاءُ ڪونهي ... منهنجو ڪوبه .... ڀاءُ ڪونهي .... ڪوبه ....

مونکي ائين لڳو ڄڻ مان مٽيءَ جو ڪو رانديڪو هوس ۽ ۽ هڪ ئي ڌڪ سان ڀُري پيو هوس.

ان ڏينهن ڪانپوءِ پاڻکي پرڀائڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي هيم. روڳي من کي سمجهايو هوم ته: هتي پاڇولن سان پيار ڪيو ويندو آهي. ٽٽل تاري جي لاٽ سان دل جي ديول ۾ روشني ڪئي ويندي آهي. هتي ڪاغذ جي گلن سان ديوتائن کي نمسڪار ڪيو ويندو آهي. مونکي شيخ حفيظ جو قول ياد آيو، ’جڏهن روح جا ريلا سُڪي ويندا آهن، تڏهن نه توتي ميار آهي، نه مونتي.‘

ان ڪانپوءِ جڏهن شازيه آئي. ڪيس ڪجهه به نه چيم، ڪا ميار نه ڏني مانس. دل تي جَنبڙ رکي، ماضيءَ تي ڪارو ڪپڙو وجهي ڇڏيم. پر اڄ شازيه مونکي اٿلائي وڌو هو. ياد آيم سندس ئي چيل لفظ: ’سمجهڻ ۽ هئڻ ۾ فرق هوندو آهي.‘ شازيه اهو فرق اڳيئي سمجهي وئي هئي، پر مون سمجهڻ ۾ دير ڪئي هئي. ماضيءَ جي هڪ هڪ گهڙي منهنجي دل ۾ ٽڙيءَ وانگر چڀي رهي هئي. منهنجو روح يادن جي رڃ ۾ ڀٽڪڻ لڳو. هڪڙي دفعي سليم مونکي چيو هو، ’عاصم، رڃ ۾ اڄ اڃهائڻ جي آس ڪڏهن به پوري نه ٿيندي آهي.‘

وراڻيو هوم، ’هي دنيا به هڪ ريگستان آهي. هتي هرڪو

پيالو آهي. ڪو دولت جو، ته ڪو شهرت جو، ڪو انساني خون جو ته ڪو پيار جو پانڌي هوندو آهي.

چيو هئائين، 'منهنجو اشارو شازيه ڏانهن آهي.'

وراڻيو هئم، 'شازيه، منهنجي ڀيڻ آهي.'

'پر خبر اٿئه ماڻهو ....'

سندس ڳالهه ڪٽيندي چيو هوم، 'ماڻهن جي چوڻ سان منهنجي صحت تي ڪوبه اثر ڪونه پوندو.'

سليم يڪدم سنجيده ٿي ويو هو، چيو هئائين، 'خالد وارا آهن نه، چون پيا ته عاصم کي شازيه سان محبت آهي.'

'انهيءَ کان خدا به انڪار نٿو ڪري سگهي' مون جذبات ۾ اچي چيو هو، 'ڀيڻ سان ڪنهنکي محبت نه هوندي.'

پنهنجي ڳالهه تي زور ڏيندي سليم چيو هو، 'اهي سڀ افسانوي ڳالهيون آهن.'

وراڻيو هوم، 'هي دنيا هڪ افسانو آهي. آءٌ ۽ تون به افسانا آهيون ۽ هڪ ڏينهن ختم ٿي وينداسون.'

سليم خاموش ٿي ويو هو. ڪجهه دير کانپوءِ چيو هئائين، 'پر ڪي ڪي افسانا ڀيانڪ به ٿيندا آهن.'

اڄ مان انهيءَ افساني جي ڀيانڪ انجام طرف وڌي رهيو هوس. ۽ ائين لڳم، چڻ جلدئي انجام اچي ويندو.

"عاصم." شازيه سڏ ڪيو.

سوچن جا سلسلا ٽٽي پيا. چرڪ ڀري ڏانهس نهاريم. ڪجهه چوي ٿي تنهن کان اڳ چيم، "ڪهڙو عاصم، تون ته ڪنهن به عاصم کي ڪانه سڃاڻين."

هو گهٻرائجي وئي. منهن جو رنگ متجي ويس، شايد ڳالهه دل سان لڳي هيس. هٻڪندي چيائين، "انهيءَ ڏينهن .... هاسٽل ۾ منهنجو مطلب .... مطلب هي .... هو .... ڇوڪريون آهن نه.."

"ڇا سمجهن ها ... ائين نه،" سندس ڳالهه ڪٽيندي چيم، "مونکي تو وٽ نه اچڻ گهرجي ها شازي، بهرحال چڱو ٿيو، تنهنجي عزت ته بچي وئي."

مون دريءَ مان ٻاهر نهاريو، سج آسمان تــي رت هاريندو ڌرتيءَ ۾ دفن ٿي رهيو هو. هينئر شازيه مونکي ڪجهه اوپري لڳي رهي هئي. ائين پئي لڳم، ڄڻ منهنجو ساڻس ڪو به رشتو نه هو. ائين لڳم، ڄڻ هوءَ رڃ هئي، فريب هئي، دوکو هئي. مونکي پنهنجين اکين تي خار اڀري لڳا. ائين لڳم، ڄڻ اهي شيشي جا بلور هيون ۽ ڪجهه به نه ڏسي سگهيون.

مون ڀڙندڙ سج مان اکيون ڪڍي، شازيه جي اکين ۾ پنهنجي شازيءَ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. منهنجي دل هماليه جي چوٽيءَ تان ڪري ڇيهون ڇيهون ٿي وئي. منهنجو سڄو وجود ڀُري پيو. منهنجي اکين ۾ شازيءَ جو لاش هو. منهنجي پياري ڀيڻ جو لاش! جنهن سان مون وچن ڪيو هو ته: شازي تنهنجي لوڻيءَ کي آءٌ پنهنجي رت سان رڱيندس. پر .... تو هي ڇا ڪيو شازي! منهنجي دل مان دانهن نڪري وئي. منهنجي پُتلين تي پاڻيءَ جو تهه اچي ويو، اکين اڳيان ڌنڌ اچي ويم، ڪنڌ ڪٽي شازيه کي ڏٺم. منهنجي اکين کي باه لڳي وئي. منهن ڳاڙهو ٿي ويم مونکي هنجي وجود کان نفرت ٿيڻ لڳي. هوءَ قاتل هئي، شازيءَ جي قاتل منهنجي پياري ڀيڻ جي قاتل. دل چاهيو ته اني ئي گهٽو ڏئي ماري ڇڏيانس. جذبات کي روڪيندي چيم، "منهنجي ڀيڻ مري وئي آهي، ڇوڪري تون هتان هلي وڃ."

چيائين، "مونکي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪر ڀاءُ، آءٌ تنهنجي ڀيڻ شازيه آهيان."

"مان ڪنهن به "شازيه کي ڪونه سڃاڻان." دل مان رت ۾ ٻڏل خنجر ڪڍي چيم، اڄ منهنجي شازي مري وئي آهي. شازيه تون هتان هلي وڃ .... هلي وڃ ...."

هوءَ ڏڪندڙ ٽنگن سان اٿي بيٺي. سڄو بت رڦي رهيو هوس. ڍرن ڍرن قدمن سان دروازي ڏانهن وڌڻ لڳي. اڌ تي پهچي بيهي رهي. ڪنڌ ورائي مونڏي ڏٺائين. هنجي اکين ۾ ساوڻي لهي آئي. ڏڪندڙ چپن سان جهلي جهلي چيائين، "تنهنجي شازي .... جيئري آهي .... ڀاءُ."

پاڻ چئي دل ۾ چڻ پالو هڻي ڪديائين. درد کي دٻائيندي چيم، ”جيڪڏهن شازي جيئري آهي ته ٻڌائجانس، عاصم مري ويو آهي.“

هن وڏيڪ نه ڳالهايو. تڪڙي تڪڙي دروازي مان ٻاهر وڃڻ لڳي. ڪيس سڏ ”ڪيم. دروازي وٽ پهچي بيهي رهي. پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چيم، ۽ ها جيڪڏهن شازي جيئري آهي ته اهو به چئجانس ته مرڻ کان اڳ عاصم چيو هو، ”روح جا ريلا سڪي ويا آهن. هاڻي نه توتي ميار آهي، نه مونتي....“

شازيه تڪڙي تڪڙي دروازي مان ٻاهر هلي وئي. مون ڪنڌ ورائي دريءَ مان ٻاهر نهاريو. سج آخري ٽٻي هنئي. هٿن جي سرڪڻ منهنجي گلي ۾ مضبوط ٿيڻ لڳي. منهنجي ڪنن ۾ شازيه جا لفظ ٻرڻ لڳا: مونکي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪر پاڻ، آءٌ تنهنجي پيڻ شازيه آهيان.

---

جيئن صحت کانسواءِ انسان مزو حاصل نه ٿو ڪري سگهي. تيئن آزاديءَ کانسواءِ هو خوشيون نٿو ماڻي سگهي.

**- هينري سينٽ جان**

(آکاڻو ادب)

آسانند مامورا بي - اي

# هي پريم!

رام کي ولايت وئي سال کن ٿي ويو. هن جي گهر جو سمورو بار لڇمڻ تي هو. لڇمڻ ۽ رام ننڍپڻ کان سنگتي هئا. ٻنهي اسڪول ۾ ماستر جي مار گڏ کاڌي هئي. ڪاليج ۾ پروفيسر جو پيار به گڏ ئي حاصل ڪيو هئائون. رام بي - اي پاس ڪري لنڊن هليو ويو. ستيءَ به رام سان گڏ وڃڻ گهريو، پر وڃي نه سگهي. رام هنجي سڪيا ۽ رکيا جو بار به پنهنجي دوست لڇمڻ تي رکيو. هو ڪراچيءَ جي نام ڪنهن ناري ڪاليج ۾ بي - اي ڪلاس ۾ پڙهندي هئي، ۽ ڪاليج جي بورڊنگ ۾ رهندي هئي. هنجي شادي رام سان انٽرآرٽس امتحان پاس ڪرڻ بعد ٿي هئي. رام ناري وديا جو قائل هو. انهيءَ ڪري ستيءَ جي تعليم ۾ ڪا رنڊڪ يا رڪاوٽ ڪانه پيئي. ڪاليج ۾ هوءَ هردلعزيز هئي. سڀني هم ڪلاسڻ جو مٿس ناز هو. ستي ڳائڻ ۾ ڏاڍي پڙ هئي. لڇمڻ جي دل جو ڳاني ڏي سڀاويڪ لاڙو هو. آرتوار جو هوءَ بورڊنگ مان رام ڏي ايندي هئي، ته لڇمڻ به هنجي ڳاني ٻڌڻ لاءِ اوس ايندو هو. هنجي همت افزائي ڪندو هو. هڪ هڪ راڳ ٻه ٻه دفعا ڳائڻ لاءِ منٿ ڪندو هوس. ڪڏهن فضائي رام سان انهيءَ تي بحث ٿيندو هوس. رام چوندو هو ته مونکي ڳائڻ وڄائڻ لاءِ وقت ڪونهي. ديس جهنم ڏي وڃي رهيو آهي، وديشي اسان جي رت جو رهيو کهيو ڦڙو چوسي رهيا آهن. هيءَ وقت راڳ ڳائي، پاڻ وسارڻ جو نه آهي. ”رام توکي سنياس اختيار ڪرڻ گهرجي، هن پرپنچ ۾ ڪيئن اچي پيو آهين؟ ويچاريءَ پاپيءَ سان ته نسورو انياءُ ڪيو اٿيئي.“ رام چوندو هو: ”کهڙي ارچڻ!— تون ته منهنجي ڪمي پوري ڪرڻ لاءِ ويٺو آهين.“ لڇمڻ شرم ۾ ٻڏي ويندو هو، ۽ ستيءَ جي ڪومل ڳلن تي سرخاڻ ڇانئجي ويندي هئي. ٻنهي جون اکيون هيٺ ٿي ويندڙيون هيون. گويا ڪنهن ناٽڪ جو هڪ ننڍڙو ڇهڇٽوڏ ي پوندو.

(٢)

مارچ جو مهينو هو. امتحان ۾ باقي ڪي ٿورا ڏينهن هئا. وديارٿين جي حياتيءَ ۾ انهيءَ کان وڏيڪ ڪنهن وقت ڪونه ٿو اچي. ستيءَ سچو سال ڪاڍڻ وڃائڻ ۾ گذاريو هو. امتحان ۾ پاس ٿيڻ جي اميد لاهي ٿي ڇڏيائين، پر لڇمڻ جي همٿائڻ تي ڪم کي جنبي ويئي. گويا پاڻکي دفترن ۾ دفن ڪري ڇڏيائين. سنان، کاڌو گهمڻ سڀ وسري ويس. سمهندي به ڪالي ماتر هئي. سندس پياري باجي تي دز چڙهي ويئي. امتحان ۾ باقي ست ڏينهن هئا. ستيءَ جو پاڻ ۾ ايمان آيو ۽ سمجهيائين ته پاس ضرور ٿينديس. پر اوچتو سندس مٿي ۾ سور اچي پيو نيٺ سور سهي نه سگهي ۽ ڪتاب ڪڍي رکيائين ۽ سمهي پيئي، رات جو ڪيس زور مان تپ آيو. صبح جو ڊاڪٽر آيو دوا ڏنائين پر تپ جو زور نه هٽيو. لڇمڻ کاڌو پيتو ڇڏي ستيءَ جي پرسان اچي ويٺو. پاڻي پياري ته لڇمڻ، دوا ڏئي ته لڇمڻ. ڪڏهين مٿي کي زور ڏيندو هوس ته ڪڏهين واهڻ سيرائيندو هوس. ڪڏهن نبض جي حالت ڏسندو هوس ته ڪڏهن ڪڏهن دل جي دڪ دڪ.

امتحان پورو ٿي ويو، پر بيمار جي حالت ۾ ذرو به فرق نه پيو. ڊاڪٽر طبيب پريشان هئا. رفته رفته مرض ڀيانڪر روپ ڌارڻ ڪيو. ڊاڪٽر پنهنجو انومان ڪاليج جي پرنسپال کي ٻڌايو، هوءَ گهٻرائجي ويئي. ستيءَ کي جلد بورڊنگ مان ڪيدي ٻاهر ڪرڻ گهرجي. پر هوءَ ويندي ڪٿي؟ رام آهيئي ڪونه. سندس مٽن مائٽن ساڻس سڀ لاڳاپا ٽوڙي ڇڏيا آهن. انهيءَ گهڙيءَ ۾ هئي ته لڇمڻ منهن ڪڍيو. هو انهيءَ ڏينهن ئي ستيءَ کي پاڻ سان وٺي ڪلفٽن تي هڪ سينگاريل بنگلي تي وڃي رهيو. ستيءَ کي پنهنجي بيماريءَ جو پتو لڳي چڪو هو، لڇمڻ کي پرسان اچڻ کان روڪيندي هئي، پر هو مڃيندو ڪين هو. چوندو هو ته منهنجي لاءِ اهو ڏينهن وڏي بخت وارو ٿيندو، جنهن ڏينهن مان تو جيان بيمار پوندس. ستي روئي ڏيندي هئي. پنهنجو ڏٻل هٿ، هنجي ڪنڌ تي رکي، چوندي هئي، "منهنجا لڇمڻ، جي پنهنجي صدقي نه، ته گهٽ ۾ گهٽ منهنجي صدقي ته پنهنجي سنڀال ڪر. ايشور نه ڪري، جي تو کي ڪجهه ٿي پوي، ته پوءِ منهنجي حالت ڪهڙي ٿيندي؟" لڇمڻ مشڪي

چوندو هو: ”چڱي ٿيندي. رستي مان کڻندو پري ٿي ويندو.“ ستي هنڪي ذرو پاڻ ڏانهن ڇڪي چوندي هئي: ”تون مون لاءِ ڪندو؟“ لڇمڻ گنڀير ٿي چوندو هو، ”تون جلد چڱي ڀلي ٿيندينءَ. نه ته مان رام کي ڪهڙو جواب ڏيندس؟ منهنجي لاءِ ڪابه چنتا نه ڪر، منهنجي لاءِ ڪو روئڻ وارو ڪونهي.“ ستي روئي پوندي هئي. لڇمڻ جو سر سندس سيني تي ڪري پوندو هو.

( ۳ )

ستيءَ کي شفاياب ٿئي چار پنج ڏينهن ٿيا هئا. ڊاڪٽر، برابر جواب ڏنو هو. سندس مٽ مائٽ به سندس بچڻ جو آسرو ڇڏي ويٺا هئا. خود پاڻ پنهنجي حياتيءَ مان ڪِڪ هئي. پر لڇمڻ جي خدمت چاڪري کيس بچائي ورتو. هيءُ گويا هنجو ٻيو جنم هو.

هڪ ڏينهن واهيري جي ويل، ٻئي بنگلي جي ڇت تي ويٺا هئا. پاڻ ۾ ڳالهيون ٻوليون پئي ڪيائون. لڇمڻ جو بدن گهڻو لٽل پئي ڏنو: نهايت ڏٻرو ٿي ويو هو. ڊاڪٽر جو انومان هو ته جيڪس سندس سرير ۾ ساڳيو مرض گهري ويو هو. ستي، مٿس سندس تندرستيءَ جو خيال نه ڪرڻ ڪري، ڪاوڙجي رهي هئي. لڇمڻ چپ چاپ ويٺي ٻڌو. هن کي انهيءَ ۾ آنند پئي آيو. آخر لڇمڻ اپو ساهه کڻي چيو: ”اهو مان ڪنهنجي لاءِ ڪريان؟“ ستيءَ جواب ڏنو: ”منهنجي لاءِ.“ لڇمڻ ستيءَ جو هٿ جهلي، آهستي آهستي پنهنجي آرام ڪرسي ڏانهن ڇڪيو. ٻئي ماٺ ۾ ويٺا هئا. ستيءَ جو مٿو لڇمڻ جي سيني تي هو. ٻنهي جي نيڻن مان لڙڪن جون ڌارئون پئي لڙيون. پر هڪڙي جي دل ۾ پريم هو، ٻئي جي شڪر گذاري. لڇمڻ پنهنجو گلو صاف ڪري چيو: ”ستي، مون تنهنجي رکيا ڪئي آهي، چاڙي ٿي، چوءِ؟“ ستيءَ سندس سيني تان جواب ڏنو، ”ها، چاڙان ٿي.“ لڇمڻ سندس مٿي تي هٿ گهمائيندي، چيو: ”ستي، اهو منهنجو ڌرم هو.“ ستيءَ هڪ ٿڌي ساهه سان چئي ڏنو: ”نه، اهو تنهنجو پريم هو.“ چور پڪڙجي پيو. لڇمڻ جي سيني ۾ اجهل جذبن جي اٿل ٿي. ستيءَ کي سيني سان لاءِ، جهيڻي پڙڪي ۾ چيائين: ”چا، تو کي تڌهين ست هئي؟“ ستيءَ انهيءَ ڪان به

جهيڙي پڙهڪي ۾ چيو: ”انهيءَ ڪان به وڌيڪ.“ لڇمڻ: ”پر جا ڳالهه، ٿي ئي نٿي سگهي، انهيءَ جي تصور ڪرڻ مان لاڀ ئي ڪهڙو؟“

ستي: ”ڇا ممڪن نه آهي؟“

لڇمڻ: ”تو سان پريم ڪرڻ جو مونکي ڪو به حق ڪونهي.“

ستي ڪلي، جواب ڏنو: ”سچي سنسار جي پراڻين کي هڪ ٻئي سان پيار ڪرڻ جو حق آهي.“ لڇمڻ ڪو جواب ڪونه ڏنو. ماٺ ميٺ ۾ سوچ ويچار ڪري رهيو هو. ستيءَ سندس ڳچيءَ ۾ ٻانهن وجهي، پڇيو: ”ٻڌاءِ ڇا جو ويچار پيو ڪرين.“

لڇمڻ: ”تنهنجي ڳالهه جو.“

ستي: ”ڇا مون سچ ڪين چيو؟“

لڇمڻ: تنهنجي ڳالهه مان سمجهان ته ٿو، پر انهيءَ پٽاندڙ عمل نٿو ڪري سگهان، مان ڇڙو انهيءَ ڪي پيار ڪري ٿو سگهان، جا منهنجي آهي.“

ستي: (مشڪي) ”اهو ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“

لڇمڻ شرمايو. ستيءَ جي گلي تي آهستي لپاٽ هڻي چيائين: ”جي منهنجي نه آهي ته گهٽ ۾ گهٽ، منهنجي تنهنجي اميد هجي.“

ستي: ”جي اهو به ممڪن نه هجي ته؟“

لڇمڻ: ”ته پوءِ مان انهيءَ ڪي پيار نه ڪندس.“

ستي: ”ڇا اها تنهنجي وس جي ڳالهه آهي؟“

لڇمڻ: ”پاڻ ڪي ناس ڪرڻ ته منهنجي ئي هٿ وس آهي. ستي، مونکي بن جي وچ ۾ ٽياڪڙ نٿو گهرجي مان پورڻ جو پوڄاري آهيان، مونکي ٽڪرن مان آرام نه پڙ پيو. يا ته مان مڪمل ونندس، يا بنه ڪجهه نه.“

ستي: ”تون ته خودمطلبي آهين.“

لڇمڻ: ” مان وڏو خودمطلبي آهيان، پر بيڪاري نه. ستي، خود مطلب انسان ئي خود قرباني ڪري سگهي ٿو، هو پنهنجي آتما ارپڻ ڪيو ڇڏي.“

ستي: ڇا جي لاءِ؟“

لڇمڻ: ”پنهنجي سوارٿ لاءِ. پنهنجي آدرش لاءِ . پنهنجي

پريتم لاءِ."

ستي: "تڏهن تون مونکي پيار ڪڏهن ڪونه ڪندين؟"

لڇمڻ جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا ٻارن جي نيائي، روئي ڏنائين. پر جلد ئي پاڻکي سنڀالي، چيائين: "مونکي معاف ڪر، مان انهيءَ جو جواب ڏيڻ نٿو چاهيان."

ائين چئي، لڇمڻ يڪدم اٿي ڪپڙين پر ٿيو. ستيءَ سندس هٿ جهلي، کيس وهاريندي چيو: "جواب ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، مان انهيءَ جو جواب سمجهان ٿي. اڄهو مان تنهنجي آهيان."

( ٤ )

رام کي ولايت مان آئي اٽڪل ست ڏينهن ٿي ويا آهن. هو ساهري گهر آيو آهي. ستي ٻه پنهنجي گهر آهي، لڇمڻ جي اوچتو غائب ٿي وڃڻ تي، کيس لاچار ٿي گهر اچڻو پيو هو. هن لڇمڻ جي نشان پتي ڪيڻ جي هر وجهه ڪوشش ڪئي پر سگهي نه ٿي. ممڪن آهي ته هو هن سنسار ۾ هوئي ڪونه.

رات جو وقت هو. رام پنهنجي ڪمري ۾ اخبار پڙهي رهيو هو. رکي رکي سندس نظر ڪمري کان ٻاهر ٿي هلي ويئي. ۽ سندس ڪن ڪنهنجي آواز ٻڌڻ لاءِ ڪڙا ٿي ٿي بيٺا. گهڙيال ۾ ٻارنهن اِجا نڪاءِ ٿيا. گهر جا سڀ ڀاتي ننڊ وس هئا. تڏهن ٻه سندس اها بيچيني نه هٽي حيران پئي ٿيو، اوچتو دروازي جي ٻاهر سڏڪن جو جهيڻو آواز ٻڌائين. چرڪ ماري اٿيو. دروازو کولي ڏٺائين ته هڪ ميري ساڙهي پهريل استري ويئي آهي، جا پنهنجن سڏڪن کي دٻائڻ ۽ گهٽڻ جي ڪوشش پيئي ڪري. رام بتڻ دٻائي، بتي ٻاري. روشني ٿي. اڙي، هيءَ ته ستي آهي! هوءَ روئندي روئندي رام جي پيرن تي ڪري پيئي. رام هنکي هٿ کان جهلي اٿاريو. سندس سندرتا ۽ ڪوملتا پر ڪري ويا هئا. کيس سيني سان لڳايائين ٿي ته ستيءَ کيس روڪيو. روئندي سڏڪا ڀريندي چيائين، "ناٿ! مونکي معاف ڪر. مان تنهنجي لائق نه آهيان. مونکي ڇڙو تنهنجي درشن جي پياس هئي. مان هاڻ سک سان مرنديس."

رام سندس هٿ پڪڙي، هن کي پنهنجي پلنگ تي، پنهنجي

پر ۾ وهاريو. سندس اکيون اگهندي چياءِ: ”ستي، تون ايتري اڏير ڇو ٿي آهين؟ مونکي ٻه ته ٻڌاءِ ڇا، ڪنهن تنهنجو اپمان ڪيو آهي؟“

ستي: ”نه مون توهانجو اپمان ڪيو آهي. مون کي معاف ڪريو.“

رام مرڪي، سندس هٿ هٿ ۾ جهلي، چيو: ”تون منهنجو اپمان ڪري نٿي سگهين. تون منهنجي آهين.“

ستي: ”نه، مان توهانجي نه آهيان.“

رام: ”پر مان ته تنهنجو آهيان. انهيءَ جي مونکي ڳڻتي ڪانهي ته تون منهنجي آهين يا نه.“

ستي: ”سچ ٿا چئو؟“

رام: ”پريم ۾ ٻه ڪڏهن ڪوڙ ٿي سگهي ٿو؟“

ستي: ”ناٿ، مان اپوتر آهيان.“

رام: ”مان ڪو توکي تنهنجي پوترتا ڪري پيار ڪونه ٿو ڪريان.“

ستي: ”مان اجوڳ آهيان.“

رام: ”مونکي توکي نوڪر ڪري ڪونه رکڻو آهي.“

ستي پنهنجن جذبن کي روڪي نه سگهي واڪو ڪري چيائين: ”مون ڪٿي ڪهڙو ٻه پاري ۾ پاري پاپ ڪيو هجي تڏهن ٻه توهين مونکي پيار ڪندا؟“

رام، کلي، سندس مٿي تي هٿ گهمائيندي چيو: ”ستي، مان توکي پيار ڪريان ٿو، نه تنهنجي گڻن، اوگڻن، پاپن يا پڄن کي. نوڪان وڏيڪ گڻوان ۽ پوتر پراڻِ دنيا ۾ آهن، پر انهن سان منهنجو ڪو مطلب ڪونهي، توکان ٻه وڌيڪ سندر ۽ سهڻيون استريون سنسار ۾ آهن، پر منهنجي دل ۾ هنن لاءِ جاءِ ڪانهي. منهنجو پيار ڪنهنتي مدار نٿو رکي؛ هو پاڻ ۾ ئي پورڻ آهي. اسانکي ڪو عيوضو يا بدلو ڪونه ٿو کپي. جي تون ڪٿي مون وٽ نه رهين ته ٻه مان توکي اهڙو ئي پيار ڪندس. تون مونکي ڇڏي سگهين ٿي، پر مان توکي ڇڏي نٿو سگهان. سانت ٿيءُ. نندين|، خسيس ڳالهين

تي ٻاڏکي دکي نہ ڪر.“

ستي وري روئڻ ۾ اچي ڇڏڪي. رام جي پيرن تي ڪري پيئي. سڏڪا ڀريندي چيائين: ”ناٿ مونکي ڇڏڻ مهينن جو ڳرڀ آهي.“ وڌيڪ ڪجهہ چئي نہ سگهي.

رام ڪيس اٿاري، ڇاتيءَ سان لڳايو. ڪيس چمي ڏيئي چيائين: ”انهيءَ لاءِ هيڏي چنتا! ڀلا، انهيءَ جو پريم سان ڪهڙو تعلق؟“

ستي: ”مونکان ڀل ٿي ويئي. لڇمڻ منهنجي حياتي بچائي. مان هنجي ڀُل ۾ ڀاڳيوار ٿيس. پاپ پڃ جي شناس ئي وڃائي ويٺس.“

رام: ”ستي، سنسار ۾ ڪوبہ ڪم ڪلي پاپ پڃ ڪونهي. تو کي جڏهن انهيءَ لاءِ دک آهي، تڏهن انهيءَ کي پاپ ڪيئن ٿي سمجهين؟ ڪنهن بہ ڪم سان انسان پٽن تڏهن ٿو ٿئي، جڏهين هن جو ٻاڻ مان وشواس هليو ٿو وڃي. جيستائين هن ۾ ڪوشش جي طاقت آهي، تيسين هن جو پٽن ٿي نٿو سگهي. باقي رهي لڇمڻ جي ڳالهہ هن کي نندڻ کان سڄاڻان. هن کان وڌيڪ سچو ماڻهو سنسار ۾ ملڻ مشڪل آهي. هو جو ڪجهہ ڪندو هو، سوئي چوندو هو. جو ڪجهہ چوندو هو سو ئي ڪندو هو. هنجو جيوت هڪ جنگ هئي. جيڪڏهن هن کان ڪا اهڙي ڀل ٿي آهي. جا هو سڌاري نہ سگهيو آهي، تہ اهو سچ آهي تہ هو سنسار ۾ آهيئي ڪونہ. هو وير هو، موت هنجي لاءِ راند هئي.“

ستي: ”منهنجي ماڻهوءَ ۽ پيءُ، مونکي ڳرڀ ناس ڪرڻ لاءِ مجبور ڪرڻ گهريو. پر مونکان ٿي نہ سگهيو. هڪ اپراڌ تہ مونکان ٿي چڪو — انهيءَ جي لڪائڻ لاءِ ٻيو اپراڌ مونکان نہ ٿيو.“

رام: ”پياري، متان ڀلجي بہ اهڙو ڪم ڪيو اٿيئي. تون منهنجي آهين. مان تنهنجو. سنسار ۾ ڪابہ طاقت اسانکي جدا نٿي ڪري سگهي. هي ٻار اسانجي سڀ کان پياري سمپتي ٿيندو — هيءُ منهنجي سڀ کان پياري متر جي سڀ کان پوتر ياد آهي.“

---

هيءَ ڪهاڻي سنڌوءَ مخزن ۾ آگسٽ ۱۹۳۲ع ۾ شايع ٿي.
پرچي ڏيڻ لاءِ ادارو جناب وليرام صاحب جو ٿورائتو آهي.

(هندي ڪهاڻي)

**اوشا پرِيمودا**

سنڌيڪار: ولي رام ولڀ

# واپسي

گجاڌر بابوءَ ڪمري ۾ گڏ ٿيل سامان تي نظر وڌي — ٻه پيٽيون، هڙ، بالٽي. ”هي دٻو ڇا جو آهي، گنيشي؟“ دٻو ڏسي هن پڇيو.

گينشي بسترو ٻڌندي ڪجھ فخر، ڪجھ ڏک ۽ ڪجھ شرم وچان وراڻيو، ”منھنجي گھرواري بيسڻ جا ڪجھ لڏون وڌا آهن. چيائين ٿي: بابوجي کي ڏاڍو وڻندا آهن. اسان غريب ماڻهو هاڻي توهانجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهنداسين.“

گھر اُسھڻ جي خوشي ۾ به گجاڌر بابو کي ڪجھ ڏک جو احساس ٿي رهيو هو. ڄڻ ڄاتل سڃاتل محبت ۽ عزت واري دنيا کان سندس موڪلاڻي پئي ٿي.

”ڪڏهن ڪڏهن اسانکي ياد ڪندا رهجو.“ گنيشي بسترو رسيءَ سان ٻڌندي چيو.

”جڏهن به ڪا ضرورت پوي ته چٺي لکج، گينشي. هن مانگھ نائين ڌيءَ جي شادي ڪرائي ڇڏجان.“

گنيشي انگوڇي جي پلؤ سان اکيون اگھيون. ”اوهان مدد نه ڪندؤ ته پيو اسانجو ڪير آهي؟ اوهان هتي هجو ها ته شاديءَ ۾ اسانجي همت ٻڌجي ها.“

گجاڌر بابو وڃڻ لاءِ بيتاب ويٺو هو. ريلوي ڪوارٽر جو اهو ڪمرو، جنھن ۾ هن ڪيترا سال گھاريا هئا، سندس سامان ٻڌجي وڃڻ ڪانپوءِ، خالي ۽ ٻسو پئي لڳو. اڱڻ ۾ لڳل ٻوٽا اوڙي پاڙي جا ماڻهو پٽي ڪٽي ويا هئا ۽ انهن جاين تي ڪڏون ڪوٻا ٿي ويا هئا. پر ٻارن ٻچن سان گڏ رهڻ جي تصور ۾ اهي سڀ هڪ لهر وانگر اچي لنگهي ويا.

گجاڌر بابو خوش هو ـــ تمام خوش! پنجٽيهه سالن جي ڊگهي نوڪري ڪانپوءِ هو رٽائر ٿي گهر وڃي رهيو هو. انهن سالن ۾ هن گهڻو وقت اڪيلو رهي گذاريو هو. اُنهن اڪيلن لمحن ۾، هُن انهيءَ وقت جو تصور ڪيو هو، جڏهن پنهنجي گهر جي ڀاتين سان گڏ رهي سگهندو. انهيءَ اميد جي سهاري هو پنهنجي ناپسنديدگي جي بار کي ڍوئي رهيو هو. دنياوي نقط-نظر کان سندس زندگيءَ کي ڪامياب چئي سگهجي ٿو. هن شهر ۾ هڪ گهر ٺهرايو هو. وڏو پٽ امر ۽ ڌيءَ ڪانتي جون شاديون ڪرائي ڇڏيون هئائين، باقي ٻه ٻار مٿين ڪلاسن ۾ زير-تعليم هئا.

گجاڌر بابو گهڻو ڪري ننڍين اسٽيشنن تي رهيو هو. ٻارن جي پڙهائي جو سوال اٿيو هو ته سندس زال ٻارن سان گڏ شهر ۾ رهڻ لڳي هئي. گجاڌر بابو ڏاڍو پيار ڪندو هوس ۽ ساڳي وقت موٽ ۾ الفت جو بکيو به هو. هُن اها صورتحال ٻارن جي مستقبل جي خيال کان قبول ڪري ورتي هئي، پر انهن ڪانسواءِ سندس زندگي ۾ گهري ويراني ڇانئجي ويئي هئي. ڪانئس گهر ۾ ويٺو نه ٿيندو هو. جڏهن ٻار ساڻس رهندا هئا ته ڊيوٽي تان موٽي زال سان کلندو ڳالهائيندو، ٻارن سان کيڏندو، کين پيار ڪندو هو ــــ هاڻي، شاعرانه مزاج نه هئڻ جي باوجود به کيس پنهنجي زال آما جون ڳالهيون ياد اينديون هيون. هوءَ ٻنپهرن جو ٻي وڳي تائين چلهه ۾ باهه ٻاري رکندي هئي ۽ هنجي لاءِ ماني-ڀاڄي گرم ڪري رکندي هئي ۽ هنجي ڪائي وٺڻ ڪانپوءِ، ۽ انڪار ڪرڻ تي به، ٿورو وڌيڪ ٿالهي ۾ وجهندي هئي ۽ کائڻ لاءِ ڏاڍي پيار سان ضد ڪندي هئي. جڏهن هو ٻاهران ايندو هو ته سندس آهٽ سنڀالي هوءَ رڌڻي جي دروازي تائين نڪري ايندي هئي ۽ سندس شرميليون اکيون مشڪنديون هيون.... گجاڌر بابو کي هر ننڍي ڳالهه ياد ايندي هئي ۽ هو اداس ٿي ويندو هو. هاڻي ڪيترن سالن ڪانپوءِ اهو موقعو آيو هو، جڏهن هو وري انهيءَ محبت ۽ عزت جي فضا ۾ رهڻ لاءِ وڃي رهيو هو.

گجاڌر بابو ٽوپي لاهي ڪٽ تي رکي ۽ ڪوٽ لاهي ڪلي ۾ ٽنگيائين. اندران رکي رکي ٿهڪن جا آواز پئي آيا. آرتوار جو ڏينهن هو. سندس سڀئي ٻار گڏجي نيرن ڪري رهيا هئا. گجاڌر بابو جي سڪل چهري تي مشڪ تري آئي ۽ انهيءَ نموني مشڪندو گهر اندر گهڙي ويو. وچي ڏٺائين ته نريندر چيلهه تي هٿ رکي نچي رهيو هو ۽ بسنتي ڪلي ڪلي پيٽي تي ويٺي هئي. امر جي زال ڪي پنهنجي جسم، رئي يا گهونگهٽ جو هوش ڪونه هو. گجاڌر بابو کي ڏسنديئي گهٻراهٽ پريل خاموشي ڇانئجي ويئي. نهن جلدي مٿو ڍڪيو ۽ نريندر ويهي ڇانهه جو ڪوپ ڇپن تي رکيو. کل روڪڻ جي ڪوشش ۾ فقط بسنتي جو جسم رکي رکي لڏيو پئي.

گجاڌر بابو مشڪندي پڇيو، ”ڇو نريندر، ڪنهنجي اهل ٿي ڪيئي؟“

”ڪنهنجي به نه بابوجي.“ نريندر گهٻرائجي چيو.

گجاڌر بابو جي مرضي هئي ته هو به انهيءَ تفريح ۾ حصو وٺي، پر سندس اچڻ سان ئي سڀ ماٺ ٿي ويا، تڏهن سندس دل ۾ ٿوري اداسي ڇانئجي ويئي. ويهندي چيائين، ”ڇانهه مونکي به ڏجان بسنتي. تنهنجي ماءُ اڃا پوڄا پوري نه ڪئي آهي ڇا؟“

بسنتي ماڻس جي ڪمري ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين، ”هاڻي ايندي هوندي.“ پوءِ هن هڪ ڪوپ ۾ ڇانهه ناهي پڻس کي ڏني.

گجاڌر بابو به ڍُڪ پي چوڻ لڳو، ”پُٽ، ڇانهه ته ڦڪي آهي.“

”مونکي ڏيو ته کنڊ وجهي ڏيانو.“

”رهڻ ڏي. تنهنجي ماءُ جڏهن پيهر ناهيندي، تڏهن پي وٺندس.“

نهن اڳهر ئي هلي ويئي هئي. نريندر به ماٺ ميٺ ۾ کسڪي ويو هو. فقط بسنتي پڻس جي لحاظ کان ويهي ماڻس جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳي. ڪجهه دير ڪانپوءِ سندس زال هٿ ۾ لوٽو کڻي نڪتي ۽ ڪجهه پڙهندي تسليءَ کي پاڻي ڏنائين. ماڻس کي

ڏسنديئي بسنتي به هلي ويئي. جوڻس جڏهن گجاڌر بابو کي ڏٺو ته چرڪي چيائين، ”اوهه! توهان اڪيلا ويٺا آهيو؟ هي سڀ ڪيڏانهن ويا؟“
گجاڌر بابو جي ڳچيءَ ۾ چڙ ڦاهي پئجي ويئي. چيائين، ”هرڪو پنهنجي پنهنجي ڪم سان وڃي لڳو. نيٺ ٻار ٿي ته آهن.“
جوڻس جڏهن رنڌڻي ۾ ويئي. ته نڪ موڙي چئني طرف ڦري ڪريل جوٺن برتنن ڏانهن ڏٺائين ۽ چوڻ لڳي، ”هن گهر ۾ ڌرم ڪرم به ناهي. پوڄا ڪانپوءِ وري اهيئي جوٺا برتن ڌوئڻا آهن. ڪنهن کان ايترو به نٿو پڄي جو ڪائي پڻي برتن ڌي ڪٺي سميٽي رکي.“ پوءِ نوڪر کي سڏ ڪيائين، جڏهن جواب نه مليس ته هڪ دفعو وري وڏي آواز ۾ مڙس ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳي، ”ڪنوار موڪليو هوندس بازار.“ ۽ هڪ ڊگهو ساهه کڻي مانڊ تي ويئي.
گجاڌر بابو ويهي چانهه ۽ نيرن جو انتظار ڪندو رهيو. کيس اوچتو گنيشي ياد اچڻ لڳو. پيسنجر اچڻ کان اڳ روز صبح جو گرم پوريون ۽ جليبيون ناهيندو هو. گجاڌر بابو جڏهن تيار ٿي وڃڻدو هو ته هُو سندن اڳيان نيرن ۽ چانهه رکندو هو. چانهه به ڪيڏي نه وڻندڙ ۽ خوشبودار هوندي هئي. ٿي چمچا کنڊ جا، ڪانچ جي گلاس ۾، مٿان گهاٽي ملائي هوندي هئي. پيسنجر ڀلي راڻيپور دير سان پهچي، پر گنيشي جي چانهه ۾ ڪڏهن دير نه ٿيندي هئي.
جوڻس جو شڪايت ڀريل آواز ٻڌي سندس خيالن کي جهٽڪو اچي ويو. هن چيو پئي، ”سارو ڏينهن انهيءَ چخ چخ ۾ گذريو وڃي. نوڪر مان ڪنهن مدد جو به آسرو ناهي. هن گهر جي گورک ڌنڌي ۾ سڄي عمر گذري ويئي. ڪو مدد وارو به ناهي.“
”ڪنوار ڇا ڪندي آهي؟“ گجاڌر بابو پڇيو.
جوڻس پوري ڪڙاهي ۾ وجهندي ورائيو، ”سڄي پيئي هوندي آهي. بسنتي کي چئجي ٿو ته چوي ٿي ته ڪاليج کي دير ٿي ٿئي.“

گجاڌر بابو جوش ۾ اچي بسنتي کي سڏ ڪيو. بسنتي سندس پاپيءَ جي ڪمري مان نڪتي ته چيائين، ”بسنتي، اڄ کان شام جي ماني ٺاهڻ جي ذميواري تنهنجي آهي. صبح جي ماني تنهنجي ڀاڀي پاڻيهي ٺاهيندي.“

بسنتيءَ جو ڪنڌ هيٺ جهڪي ويو ۽ چيائين، ”بابا، پڙهڻو به ته پوندو آهي.“

گجاڌر بابو ڏاڍي پيار مان سمجهايس، ”تون صبح جو پڙهي وٺندي ڪر. اهو به ته سوچ ته تنهنجي ماءُ ۾ هاڻي اها طاقت نه رهي آهي. تون آهين، تنهنجي ڀاڀي آهي، ٻئي گڏجي کيس مدد ڪنديون ڪريو.“

بسنتي ماٺ ٿي ويئي. سندس وڃڻ ڪانپوءِ ماڻس آهستي چوڻ لڳي، ”ڪڏهن پڙهڻ ۾ دل ئي نٿي لڳيس. لڳيس به ڪيئن؟ شيلا مان واندڪائي به مليس نه. سندس گهر ۾ وڏا ڇوڪرا آهن. مان منع به ڪريانس ته ٻڌي اصل ڪونه. شادي ٿي وڃيس ته منهنجي مٿي جو بار لهي پوي.“

نيرن ڪري گجاڌر بابو بيٺڪ ۾ هليو ويو. گهر ننڍو هو ۽ انهيءَ ۾ اهڙو انتظام هو جو منجهس گجاڌر بابو جي رهڻ لاءِ ڪا جاءِ به نه بچي هئي. جيئن ڪنهن مهمان لاءِ ڪو عارضي انتظام ڪبو آهي، تيئن بيٺڪ ۾ ڪرسين کي پٺ ساڻ لڳائي، وچ ۾ گجاڌر بابو لاءِ هڪ ننڍي کٽ وڇي ويئي هئي. گجاڌر بابو کي انهيءَ ڪمري ۾ سڻي سڻي ڪڏهن اوچتو انهيءَ صورتحال جو احساس ٿيندو هو ته کيس اهي ريل گاڏيون ياد اچي وينديون هيون، جي اچي وينديون هيون ۽ ڪجهه دير ترسي، ڪنهن ٻي منزل ڏانهن هليون وينديون هيون. سندس زال جو هڪ ننڍو ڪمرو ضرور هو، جنهنجي هڪ ڪنڊ آچار جي برنين، دال ۽ چانورن جي دٻن ۽ گيهه جي ٽينن سان والاريل هئي. ٻي طرف پراڻين فراسين ۾ ويڙهيل ۽ رسين سان ٻڌل سوڙيون رکيل هيون. بسنتي ۽ سندس ماءُ جي پيٽين ڪانسواءِ هڪ لوهي وڏي پيٽيءَ ۾ ساري گهر جا گرم ڪپڙا پيل هئا. وچ ۾ هڪ رسي ٽنگيل هئي، جنهن تي اڪثر بسنتيءَ جا ڪپڙا لاپرواهي سان پيا هوندا هئا. گجاڌر بابو انهيءَ ڪمري ۾ نه ويندو هو. گهر

جو پيو ڪمرو امر ۽ سندس زال جي حوالي هو. ٽيون ڪمرو جو سامهين طرف هو، بيٺڪ جي طور تي استعمال ٿيندو هو. گجاڌر بابو جي اچڻ کان اڳ انهي ۾ امر جي ساهرن کان مليل بيد جي ٽن ڪرسين جو سيٽ رکيل هو. ڪرسين تي نيري رنگ جون گادبون ۽ ڪنوار جي هٿن جا ڪڙهيل ڪُشن هئا.

جڏهن به گجاڌر بابو جي زال کي کيس ڪا ڏکهي شڪايت ڪرڻي هوندي هئي، تڏهن هو پنهنجي فراسي بيٺڪ ۾ وڇائي پئجي رهندي هئي. انهي ڏينهن اهڙي ريت جڏهن اچي ليٽي ته گجاڌر بابو گهر جي معاملي جي ڳالهه ڇيڙي. هو گهر جو رويو ڏسي رهيو هو. آهستگيءَ سان چيائين، "هاڻي هٿ ۾ پيسو گهٽ ملندو، انهي ڪري خرچ گهٽ ڪرڻ گهرجي."

"خرچ ته سڀ واجبي آهي. ڪنهنکي منع ڪريان ته نه ڪاڻ؟ ڳنڍي سنڍي اچا اچي ويا اٿم. نه دل گهريو کاڌم نه پهريم."

گجاڌر بابو حيرت وچان جوڻس ڏانهن ڏسڻ لڳو. کانئس پنهنجي حيثيت لڪل ڪانه هئي. سندس زال تنگيءَ جو احساس ڪري کيس شڪايت ڪري ته اچا ممڪن هو، پر همدردي به نه ڪيائين، اها ڳالهه گجاڌر بابو کي ڏاڍي ڏکي لڳي. ساڻس جيڪڏهن صلاح مصلحت ڪئي وڃي ها ته انتظام ڪيئن ڪيو وڃي ته کيس ڳڻتي گهٽ، اطمينان وڌيڪ ٿئي ها. پر ساڻس فقط شڪايتون ئي ڪيون ويون ٿي، ڇڻ ڪٽنب جي سڀني پريشانين لاءِ هو ئي ذميوار هو.

"تو وٽ ڪهڙي ڳالهه جي گهٽتائي آهي، آمر جي ماءُ؟ گهر ۾ ڪنوار آهي، پٽ آهن، فقط پيسن سان ئي انسان شاهوڪار نٿو ٿئي." گجاڌر بابو چيو ۽ اهو چوندي محسوس ڪيائين ته اها سندس اندرين شخصيت هئي، جنهنجي ڪَلَ سندس زال کي نٿي پيئي. اهڙيءَ طرح ڳالهه ڪندي کيس شديد اڪيلائيءَ جو احساس ٿيندو هو.

"ها، ڪنوار ڏاڍ اسک ڏنا اٿم. اچ ماني ناهي ٿي، ڏسجو ڪهڙا گل تي ڪڍي؟" ائين چئي جوڻس اکيون بند ڪري ٿوري دير

سمهي پيئي. گجاڌر بابو ويهي جوتس کي ڏسندو رهيو. ڇا اها ئي سندس زال هئي جنهنجي هٿن جي نرم ڇهاءُ، جنهنجي مُرڪ جي ياد ۾، هن سڄي زندگي ڪاٽي ڇڏي هئي؟ کيس ائين محسوس ٿيو ته اُها مُڌر سنگيت ميه حسين، زندگيءَ جي راهه ۾ ڪٿي وڃائجي ويئي آهي ۽ انهيءَ جاءِ تي اڄ جا عورت آهي اها سندس دل توڙي دماغ لاءِ بلڪل ڌاري آهي. گهري ننڊ ۾ پيل سندس زال جو ڳوڙهو جسم نهايت ئي بي ڍولو ۽ اٽونڊڙ لڳي رهيو هو. چهرو ٻُڇڙو ۽ رُکو ئي ويو هوس. گجاڌر بابو ڪافي دير تائين زال کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ليٽي ڇت ڏانهن ڏسڻ لڳو.

اندران ڪنهن شيءِ ڪرڻ جو آواز ٿيو ۽ زال ڇرڪ ڀري اٿي ويئي — ”شايد ٻليءَ ڪجهه ڪيرايو آهي.“ ۽ هوءِ ڊوڙي اندر ويئي. ٿوري دير ڪانپوءِ واپس آئي ته سندس منهن سڄيل هو، ”ڪنوار جا پرڪار ڏسو! رنڌڻي جو دروازو کليو ڇڏي ويئي هئي، ٻليءَ دال جو ديگڙو اونڌو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي سڀني کي ڇا کارائيندس؟“ ساهي پٽي وري چوڻ لڳي، ”هڪ ويلي جي ڀاڃي ۽ چئن مانين ۾ اڌ ڊبو گيهه جو خالي ڪري ڇڏيو اٿس. ذرو به خيال نٿو ٿئيس. ڪمائڻو پوي نه خبر به پوي ته ڪيئن رت ولوڙڻو ٿو پوي. مونکي ته خبر آهي ته هن گهر ۾ هي ڪم ڪنهنجي وس جو ناهي.“

گجاڌر بابو کي محسوس ٿيو ته سندس زال هاڻي جيڪڏهن ڪجهه وڌيڪ ڳالهائيندي ته سندس ڪن ڦاٽي پوندا. چپ ڀڪوڙي پاسو بدلائي، جوتس ڏانهن پُٺي ڏيئي سمهي پيو.

رات جو بسنتي چاڙهي ڀڃهي ماني اهڙي ناهي جو هڪ گرهه کائڻ به محال هو. گجاڌر بابو ماٺ ميٺ ۾ کائي اٿيو، پر نرينڊر ٿالهي پري ڪري اٿندي چيو، ”مان اهڙي ماني نه کائيندس.“ بسنتي چڙڪي ڏيئي وراڻيو، ”ڪٿي نه کاءِ. مان ڪو منت ٿي ڪريان؟“

”تو کي ماني ناهڻ لاءِ ڪنهن چيو هو؟“

”بابوجي چيو هئم.“

”بابوجي کي ويٺي ويٺي اهو ئي تو آکلي.“

بسنتي کي اٿاري، ماڻس نريندر کي سرچايو ۽ پنهنجي هٿن سان ڪجهه ناهي کارايائين. گجاڌر بابو بعد ۾ جوڻس کي چيو، ”هيڏي ساري ڏيءَ آهي پر ماني ناهڻ نٿي اچيس؟“

”سڀڪجهه تو اچيس، پر ڪرڻ نٿي چاهي.“ جوڻس وراڻيو.

شام جو ماڻس کي رنڌڻي ۾ ڏسي، بسنتي ڪپڙا تبديل ڪري ٻاهر نڪتي ته بيٺڪ مان گجاڌر بابو پڇيس، ”ڪيڏانهن ٿي وڃين؟“

”پاڙي ۾، شيلا جي گهر.“

”ڪا ضرورت ناهي. اندر وڃي پڙهه.“ گجاڌر بابو سخت لهجي ۾ چيو.

بسنتي ڪا دير بي ارادي بيٺي رهي پوءِ اندر هلي ويئي. گجاڌر بابو شام جو گهمي واپس آيو ته جوڻس پڇيس، ”ڇا چيو اٿو بسنتي کي؟ شام کان منهن ويڙهي پيئي آهي، ماني به نه کاڌي اٿس.“

گجاڌر بابو اداس ٿي ويو. جوڻس جي لهجي مان محسوس ٿيس ڄڻ سارو قصور سندس ئي هو. دل ئي دل ۾ ارادو ڪيائين ته بسنتي جي جلدي شادي ڪرائي ڇڏڻ گهرجي.

انهيءَ ڏينهن کانپوءِ بسنتي پٽس کان پري پري رهڻ لڳي. ٻاهر وڃڻو هوندو هوس ته پوئين دروازي کان هلي ويندي هئي. گجاڌر بابو هڪ ٻه دفعو جوڻس کان پڇيو ته چيائين، ”رُسي ويئي آهي.“

گجاڌر بابو کي ٻاڻ وڌيڪ ڪاوڙ لڳي، ”ڇوريءَ جو ايڏو منهن مٿي ٿي ويو آهي. وڃڻ کان روڪيم ته پيءُ سان ڳالهائي به نٿي.“

پوءِ جوڻس اها خبر ٻڌائي ته امر جدا ٿيڻ لاءِ سوچي رهيو آهي.

”ڇو؟“ گجاڌر بابو جي دل کي ڌڪو رسيو.

سندس زال چٽي طرح جواب نه ڏنو. امر ۽ سندس زال جون

ڪيٽيئي شڪايتون هيون. سندن چوڻ هو تہ بابو هر وقت بيٺڪ ۾ ويٺو ئو رهي. ڪو اچي تہ ڪٿي وهارڻ جي بہ جاءِ ناهي. گجاڌر بابو اچا تائين امر کي ننڍو سمجهندو هو ۽ موقعي بي موقعي ڪيس صلاحون ڏيندو رهندو هو. ڪنوار کي ڪم ڪرڻو ٿي پيو ۽ سس بہ هر وقت ڪيس جاهلپڻي جا طعنا تنڪا ڏيندي رهندي هئي.

"منهنجي اچڻ کان اڳ بہ ڪڏهن اهڙي ڳالهہ ٿي هئي؟" گجاڌر بابو پڇيو. جوڻس ڪنڌ سان ناڪار ڪندي چيو، "نہ." پهرياڻين امر گهر جو مالڪ ٿي رهندو هو. ڪنوار کي ڪا روڪ ٽوڪ نہ هئي. امر جي دوستن جو گهڻو ڪري اِتيئي اڏو هوندو هو ۽ اندران چانهہ ۽ نيرن نهي ويندي هئي. بسنتي کي بہ اها ڳالهہ وڻندي هئي.

گجاڌر بابو آهستگي سان چيو، "امر کي چئينس تہ جلد بازي کان ڪم نہ وٺي."

ٻئي ڏينهن گجاڌر بابو صبح جو موٽيو تہ ڏٺائين تہ سندس کٽ بيٺڪ ۾ پيل نہ هئي. اندر وچي پڇڻ تي هو تہ سندس نظر رنڌڻي ۾ ويٺل پنهنجي زال تي پيس. هُن اچا اهو پڇڻ لاءِ منهن کوليو ٿي تہ ڪنوار ڪٿي آهي پر ڪجهہ ياد ڪري چپ ٿي ويو. زال جي ڪوٺڙي ۾ نظر وڌائين تہ آچار، سوڙين ۽ ديڳڙن جي وچ ۾ پنهنجي کٽ ڏٺائين. گجاڌر بابو ڪوٽ لاٿو ۽ ڪٿي ٽنگڻ لاءِ پٽ تي نظر وڌائين. پوءِ ڪوٽ ٻيڙو ڪري، لوڏ تان ڪجهہ ڪپڙا کسڪائي ڪڙي پاسي کان ٽنگيائين ۽ بنا ڪجهہ ڪائڻ جي پنهنجي کٽ تي ليٽي پيو. ڪجهہ بہ هجي، ير پوڙهو جسم هئس، صبح شام ڪجهہ پنڌ ڪرڻ لاءِ پري هليو ويندو هو ۽ ويندي ايندي ٿڪجي پوندو هو.

گجاڌر بابو کي پنهنجو وڏو کليل ڪوارٽر ياد آيو. بي فڪري جي زندگي، صبح جو پيسنجر ٽرين اچڻ مهل اسٽيشن تي چهل پهل، اوپرا اڻ چاتل چهرا، پٽڙي تي ريل جي کٽ کٽ، جا ڪيس مڌر موسيقي جيان لڳندي هئي ۽ طوفان ۽ گاڏي جي انجڻ جي گجڪار سندس راتين جون ساٿي هيون. سيٺ رامجيمل

جي ميل جا ڪجهه ماڻهو ڪڏهن وٽس اچي ويهندا هئا. اهو ئي سندس دائرو هو ۽ اهيئي سندس ساٿي. کيس محسوس ٿيو ته هو زندگي جي وسيلي نڪيو ويو آهي. هن جو ڪجهه چاهيو، انهيءَ مان کيس ڪجهه به نه مليو آهي.

سُتي سُتي هو گهر ۾ مختلف آواز ٻڌندو رهيو. نهن ۽ سس جي جهڙپ، ٻالڪن تي ڪليل نل مان پاڻي وهڻ جو آواز، رنڌڻي ۾ برتن جا ٺڪاءُ ـــ اوچتو هن فيصلو ڪيو ته هاڻي گهر جي ڪنهن به ڳالهه ۾ دخل نه ڏيندس. جيڪڏهن گهر جي مالڪ لاءِ ساري گهر ۾ هڪ ڪٽ جيتري به جاءِ ناهي ته اتيئي پيو هوندس. جيڪڏهن ٻي هنڌ ڪٿي رکيائون ته اتي به پيو هوندس. جيڪڏهن ٻارن جي زندگيءَ ۾ ان لاءِ ڪٿي به جاءِ ناهي ته پنهنجي گهر ۾ پرديسي جيان پيو هوندس.

انهيءَ ڏينهن کانپوءِ گجاڌر بابو سچ پچ ڪنهن سان ڪجهه به نه ڳالهائيندو هو. نريندر پيسا گهرڻ ايندو هو ته بنا ڪنهن سبب پڇڻ جي کيس پيسا ڏيئي ڇڏيندو هو. بسنتيءَ دير دير تائين پاڙي ۾ هلي ويندي هئي تڏهن به هو ڪجهه نه چوندو هو. پر کيس سڀ کان وڏو ڏک اهو هو ته سندس زال به اها تبديلي محسوس نه ڪئي هئي ته، 'هو دل ئي دل ۾ ڪيڏي پيڙا ڀوڳي رهيو آهي.' هوءَ انهي ڳالهه کان اڻڄاڻ بنجي ويئي هئي. پاڻ مڙس جي گهرو معاملن ۾ دست اندازي نه ڪرڻ ڪري ڏاڍو آرام هو. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ چئي ونندي هئي، "ٺيڪ ئي آهي. وچ ۾ ڳالهائيندا نه ڪريو. ٻار وڏا ٿي ويا آهن. اسانجو جيڪو فرض آهي، اهو پورو ڪريون پيا. پڙهايون پيا ۽ شادي ڪرائي ڇڏينداسين."

گجاڌر بابو زخمي نظرن سان پنهنجي زال ڏانهن ڏٺو. کيس محسوس ٿيو ته هو زال ۽ ٻارن لاءِ پيسا ڪمائڻ جي هڪ مشين آهي. جنهن شخص جي وجود ڪري زال پنهنجي سبند ۾ سيندُر لڳائڻ جي حقدار آهي، سماج ۾ انهيءَ جو ڪو مقام آهي. سندس اکيان ٻن وقتن جي ٿالهي ۾ ماني رکڻ سان زال پنهنجي فرض کان آجي ٿيي وئي. هوءَ گيهه ۽ کنڊ جي دٻن ۾ ايترو رُڌل آهي جو

اها ئي سندس دنيا آهي. گجاڌر بابو سندس مرڪز نه ٿي سگهي، ڪيس انهن واسطي زنده رهڻو آهي.

ڪنهن ڳالهه ۾ دخل نه ڏيڻ جي فيصلي ڪانپوءِ به گجاڌر بابو جو وجود، گهر جي ماحول جو ڪو حصو بڻجي نه سگهيو. سندس موجودگي انهيءَ گهر ۾ ائين اڻ ٺهڪندڙ ٿي لڳي، جيئن سجايل بيٺڪ ۾ سندس ڪَٽ پَلنگ هئي. سندس ساري خوشي هڪ گهري اداسي ۾ تبديل ٿي ويئي.

ايترن ارادن جي باوجود، هو هڪ ڏينهن وچ ۾ دخل ڏيئي ويٺو. سندس زال عادت مطابق نوڪر جي شڪايت ڪري رهي هئي ته، "مُئو ڪيڏو ڪم-چور آهي، بازار جي سودي مان پيسا چورائي ٿو، وڏو پيٽير آهي." گجاڌر بابو کي اڪثر محسوس ٿيندو رهندو هو ته سندن گهر جي رهڻي ڪهڻي ۽ خرچ سندن حيثيت کان گهڻو مٿي هو. ڳالهه ٻڌي کيس ائين لڳو ته نوڪر جو خرچ بلڪل اجايو آهي. هن انهيءَ ڏينهن نوڪر سان حساب ڪري ڇڏيو.

امر آفيس مان آيو ته نوڪر کي سڏيائين. امر جي زال چيس، "بابوجي نوڪر کي ڪڍي ڇڏيو آهي."

"ڇو؟"

"چوي ٿو، خرچ وڌي ويو آهي."

ڳالهه سِڌي هئي پر ڪنوار جنهن لهجي ۾ چيو، گجاڌر بابو کي ڏاڍو ڏک لڳو. انهي ڏينهن دل تي بار هڻڻ ڪري، گجاڌر بابو گهمڻ به نه ويو. نريندر، جنهنکي انهيءَ ڳالهه جي خبر نه هئي، چيائين، "امان، تون بابوجي کي چئين ڇو نٿي؟ ويٺي ويٺي پيو ڪجهه نه ڪَسِ ته نوڪر ڪڍي ڇڏيائين. جيڪڏهن سندس اها مرضي آهي ته مان سائيڪل تي ڪٽڪ رکي اٽو پيهائي ايندس ته ونڪان اهو نه پڄندو."

"ها، امان." بسنتيءَ جو آواز هو، "مان ڪاليج به وڃان ۽ واپس اچي گهر ۾ ٻهاري به پايان، منهنجي وس کان اهو ٻاهر آهي."

"پوڙهو ماڻهو آهي." امر ٻڙ ٻڙ ڪئي، "مانُ ڪري ويٺو ڇو نٿو رهي. هر ڳالهه ۾ دخل ڇو ٿو ڏي؟"

پارن جي ماءُ طنزيه انداز ۾ چيو، ”پيو ڪجهه نه پڳس ته تنهنجي ڪنوار کي رڌ پچاءُ ۾ لڳائي ڇڏيائين. هاڻ وري پندرهن ڏينهن جو راشن پنجن ڏينهن ۾ پورو ڪري ڇڏيو.“ ڪنوار جي ڪڇڻ کان اڳ هوءَ رنڌڻي ۾ گهڙي ويئي ۽ ڪجهه دير ڪانپوءِ پنهنجي ڪمري ۾ آئي ۽ بجلي جي بتيءَ ٻاريائين ته گجاڌر بابو کي سُتل ڏسي هڪي ٻڪي ٿي ويئي، پر گجاڌر بابو جي چهري مان سندس جذبات جو اندازو لڳائي نه سگهي. هو اکيون بند ڪري ليٽيو پيو هو.

گجاڌر بابو چٺي هٿ ۾ کڻي اندر آيو ۽ زال کي سڏيائين. هوءَ آلن هٿن سان رنڌڻي مان ٻاهر نڪتي ۽ چُنيءَ جي پلوءَ سان هٿ اگهندي وٽس اچي بيٺي. گجاڌر بابو بنا ڪنهن تمهيد جي چوڻ لڳو، ”مونکي سيٺ رامجي مل جي شگرمل (Sugar Mill) ۾ نوڪري ملي ويئي آهي. واندو ويهڻ کان، چار پيسا ملي وڃن ته بهتر آهي. هُن مونکي اڳ ۾ به چيو هو، پر مون ئي انڪار ڪري ڇڏيو هو.“

پوءِ ڪجهه دير ترسي، ڄڻ وساميل ٻاهه ۾ چڻنگ چمڪي پوي، هلڪي لهجي ۾ چيائين، ”مون سوچيو هو ته ورهين کان توهان سڀن کان وڇڙڻ ڪانپوءِ واندو ٿي ڪٽنب سان گڏ رهندس.... خير سڀاڻي وڃڻو آهي. تون به هلندينءَ نه؟“

”مان؟“ جوڻس ڇرڪ ڀريو، ”مان هلنديس ته هتي جو گاڏو ڪيئن هلندو؟ هيڏو ڪٽنب، وري وڏي ڌيءَ....“

ڳالهه وچم ڪٽيندي گجاڌر بابو ٿڪل لهجي ۾ چيو، ”ٺيڪ آهي، تون هتيئي رهه.“ مون ته بس هونئين ئي ڳالهه ڪئي هئي.“ پوءِ گهري ماٺ ڇانئجي ويئي.

نريندر ڏاڍي ڦڙتي سان بسترو ٻڌو، ۽ رڪشا واري کي سڏ ڪيائين. گجاڌر بابو جي لوهي پيتي مٿان بسترو رکيائين. نيرن لاءِ لڏون هٿ ۾ کڻي گجاڌر بابو رڪشا ۾ وڃي ويٺو. هڪ نگاهه

هن پنهنجي ڪتنب تي وڌي، پوءِ ٻي طرف نهارڻ لڳو. رڪشا هلڻ لڳي.

سندس وڃڻ ڪانپوءِ سپيٺي اندر موٽي آيا. ڪنوار امر ڪان پڇيو، ”ڪا فلم ته ڏيکاريندؤ نه؟“

بسنتيءَ وچ ۾ چيو، ”ادا، مان به هلنديس.“

گجاڌر بابو جي زال سڌو رنڌڻي ۾ هلي ويئي. ٻچيل لڏون ڪٽوري ۾ وجهي پنهنجي ڪمري ۾ ديگڙن پرسان رکيائين. پوءِ ٻاهر اچي چيائين، ”اڙي نريندر، بابوجي جي کٽ ڪمري مان ٻاهر ته ڪڍ، اندر ته لنگهڻ جي به جاءِ ناهي.“

---

سنڌي ٻوليءَ جي بقاءَ ۽ بچاءَ واسطي ٻين اکيان هٿ ڌ گهيرڻ حماقت آهي.

— علامه آءِ. آءِ. قاضي

يائرو، جيڪڏهن اوهان ۾ غيرت آهي، تـه آٿو — پنهنجي اباڻي ورثي جي سنڀال ڪريو! جا ٻولي مخدوم عبدالحسين، مخدوم محمد هاشم، سيد عبداللطيف، بزرگ گرهوڙيءَ ۽ ٻين عاليشان هستين جي هنج ۾ پلي آهي، ۽ جيڪا لفظن ۽ اصطلاحن ۽ ٻين ڪلامي خوبين جي ڪري ڪنهن به ٻوليءَ کان گهٽ نه پر گهڻو بلند ۽ بالا آهي، تنهن کي اوهين نڌڪو ڇڏي ڏيندا.

— علامه دائود پوٽو

پيري لوئي ( فرانسي ڪهاڻي )

سنڌيڪار: لياقت علي آغا

# مرد ۽ پيار

## THE VENETION BLIND

”چڱو ڀلا، اڄ مان توکي اهو راز ٻڌايان ٿي،“ هن آخرڪار چيو. ”پيارا، جيئن ته تون ان راز ٻڌائڻ لاءِ گهڻو زور ٿو ڪرين، انڪري، اڄ مان توکي ٻڌايان ٿي ته مون اڄ تائين شادي ڇو نه ڪئي آهي.

”تنهنجي اهڙي پڇڻ ۾ مونکي پيار جو سڳنڌ ٿو اچي ۽ ٻين جي نه پڇڻ ۽ خاموش رهڻ ۾ مونکي سندن دل ۾ لڪل هزارين نيچ ۽ ڏکوئيندڙ وسوسا محسوس ٿيندا آهن. منهنجي خاندان جي شاهوڪاري ۽ دولت جي باري ۾ سڀني کي خبر آهي، پوءِ جيڪڏهن ڪا شاهوڪار ڇوڪري شادي ڪرڻ کان انڪار ٿي ڪري ته ماڻهو ان تي هزارين نالا رکندا آهن ۽ چوندا آهن ته هوءَ ضرور بڇڙي، واهيات، ڪوجهي يا بدچال ڇوڪري آهي. منهنجي لاءِ به ضرور ماڻهو ائين سوچيندا هوندا ۽ جي وٽ ۾ وڏ مهرباني ڪئي هونداڻون ته اهي سڀ نه ته انهن مان ڪو هڪ نالو ته ضرور ڏنو هونداڻون.

”حقيقت هي آهي ته شادي جي خواهشمند نوجوانن کي مون ڪڏهن به سندن ڪنهن ذاتي خاميءَ جي ڪري انڪار نه ڪيو آهي. مونکي هميشه مڙس، ڪجهي يا ٻڏري عاشق يا ڪٿي ائين چئجي ته مرد ذات کان خوف ٿيندو آهي. جيڪو هينئر چاليهن سالن جي عمر ۾ اچي ڪجهه گهٽ ٿيو آهي ... منهنجي باري ۾ هينئر ئي ڪا راءِ قائم نه ڪجان، منهنجي ڪهاڻي ڪا ناڪام عشق جي ڪٿا نه آهي. نه نه، مون ڪڏهن به پيار نه ڪيو آهي. آءٌ

جلدئي پوڙهي ٿي وئي آهيان. هڪ رات، جيڪا منهنجي دماغ ۾ اڄ به روشن آهي .... جڏهن آءٌ اڃا سترهن سالن جي هيس.

"پر منهنجي ڪهاڻي ڪا ايتري ڊگهي نه آهي.

"شايد تون سمجهي نه سگهين ته هڪ معمولي واقعي منهنجي دماغ تي ايترو ڀيانڪ اثر ڇو وڌو آهي. جنهنجي نتيجي ۾ مونکان زندگي جون سموريون خوشيون ڇڏائجي ويون آهن، جيڪي آءٌ جيڪر هن وقت تائين ماڻي سگهان ها. اهڙا واقعا ته اڪثر اخبارن ۾ به ايندا رهندا آهن ۽ اڪثر ڪري اخبار جي ٽئين صفحي تي اهڙا واقعا اوهانکي عام ملندا. اهو واقعو اهڙو به نه هو، جنهن ۾ مون خود حصو ورتو هجي. ڪڏهن ڪڏهن اڪيلائيءَ ۾ آءٌ اهو واقعو ياد ڪري ڏڪي ويندي آهيان، فقط ان ڪري جو اهو واقعو مون پنهنجي اکين آڏو فقط وال ڪن جي مفاصلي تان ٿيندي ڏٺو. تون هنکي هڪ ڪهاڻيءَ جي صورت ۾ پڙهندي اهو ڪجهه محسوس نه ڪري سگهندين، جيڪو مون ان وقت محسوس ڪيو هو."

مادام اين پنهنجي پيشاني کي هٿ سان ٽيڪ ڏئي پنهنجي ڳالهه شروع ڪئي. سندس اکيون زمين ۾ کتل هيون ۽ سمورو وقت هن مونڏانهن اک کڻي نه نهاريو.

"اڄ کان پنجويهه سال کن اڳ، آءٌ ۽ منهنجي ماءُ هڪ پراڻي ڊول تي ٺهيل گهر ۾ رهندا هئاسون. جيڪو چوڏاري گهاٽن وڻن ۾ لڪل هو. اهو هڪ معمولي گهر هو، جنهنکي ڪو اڱڻ به ڪونه هو. گهر جون دريون ٻاهر گهٽيءَ ڏانهن کلنديون هيون، جيڪا ٻيلي مان نڪتل پيچري جي صورت ۾ هئي.

"وچ اونهاري جي رات هئي. مونکي پنهنجي ڪمري ۾ اُبس پئي محسوس ٿي ۽ انڪري ننڊ ڪونه پئي آئي. امان جي ننڊ خراب ٿيڻ جي ڀؤ کان دري به کولي نه ٿي سگهيس. ڪلاڪ کن ان حالت ۾ پاسا ورائڻ کانپوءِ آءٌ اٿيس ۽ سليپر پائي رات جي لباس ۾ ئي هيٺ ڊرائنگ روم ڏانهن وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ کان

لهي آيس.

”سڀ کان اڳ تون ڊرائنگ روم جو نقشو سمجهه. اسانجي ان گهر کي ڪنهن زماني ۾ هڪ باغ به هوندو هو، جيڪو گهٽيءَ سان پور وڇوٽ هو. اهو وري پوءِ وڪيو ويو هو، جنهن مان ڪجهه حصو ڪائونسل وارن رستي کي ويڪرو ڪرڻ لاءِ ڪنيو هو. ان ڪري ڊرائنگ روم جي هڪ دري گهٽيءَ جي هڪ اهڙي اونداهي ڪنڊ ڏانهن کلندي هئي، جنهن ۾ رستي واري بتي جي روشني ڪونه ايندي هئي.

”ڪمري ۾ داخل ٿيندي ئي مون محسوس ڪيو ته اها دري بند ڪيل نه هئي، پر فقط ان تي لڳل چڙهڻ وارا پردا بند ڪيا ويا هئا. گرمي ۽ اُپس کان پريشان ٿي آءٌ ان دري جي چانئٺ چڙهي، پردي جي هڪ چيڙي ٿوري کولي ان مان آيل تازي ۽ ٿڌي هوا جا ساهه کڻڻ لڳس ۽ ائين ڪرڻ سان مونکي فرحت ٿي آئي.

”بس، اها منهنجي خوشين جي آخري گهڙي هئي.

” مونکي اتي بيٺي منٽ کن به مس ٿيو هوندو ته مون هڪ مرد ۽ عورت کي گهٽي جي ڇيڙي کان ايندو ڏٺو.

”مرد ڇوڪري کي ان اونداهي ڪنڊ ڏانهن ڇڪي وٺي آيو. اهو مرد هڪ مزدور هو ۽ اهڙي قسم جي مزدورن مان هو، جيڪي ٽي هفتا ڪم ڪرڻ کانپوءِ ڇهه مهينا رلندا وتندا آهن. ڇوته پنهنجي خوبصورت هٿن جي ڪري هو مزدوريءَ کي نيچ ڪري سمجهندا آهن. ۽ انکان نفرت ڪندا آهن. ڇوڪريءَ کي به مون يڪدم سڃاڻي ورتو. سندس عمر پندرهن سال کن هئي ۽ منهنجي ماءُ هنکي ڏاڍو پائيندي هئي. هوءَ هڪ گهر ۾ نوڪري ڪندي هئي، جتي آءٌ به اڪثر ويندي هئس. هنکي ڪاري خميس پيل هئي، جا تمام لنڊي هئي ۽ سليٽي رنگ جو جيڪٽ پيل هوس. سندس وار ننڍا ۽ گهنڊيدار هئا، جيڪي هن پنهنجي خوبصورت مٿي تي ڇوٽو ٺاهي ڪلپ سان بند ڪيا هئا.

”سندس ساٿي، جنهن جا هٿ هنجي ڪلهن تي رکيل هئا

تنهن هنکي اوچتو چيو: ’ڇا خيال آهي؟ هتي ڀلا ٺيڪ آهي؟‘
”ڇوڪري جو منهن پيلو ٿي ويو ۽ خوف وچان چيائين: ’مونکي ڇڏ، مونکي وڃڻ ڏي.‘
”هنجي لهجي مان پڌرو هو ته هوٽل کان نڪرڻ کانپوءِ هن اهي الفاظ سئو دفعا کن دهرايا آهن.
”مرد هينئر چئي رهيو هو: ’هوش ڪر ڇوڪري، تو مونکي پهرين ’ها‘ ڪئي هئي ۽ هاڻي اها ’ها‘ ٿي رهندي. تون هاڻي انڪار ڪري نه ٿي سگهين. جڏهن تو هڪ دفعو هاڪار ڪئي ته سمجهه ته اها ضرور ٿيندي. ڇئه تو مجيو ڪونه هو؟ هي جاءِ مناسب آهي. ڀلا آخر توکي انڪار ڇو آهي؟‘
”’نه.... هتي نه .... هتي نه....‘
”’ٻيو وري آخر تون ڪٿي ٿي چاهين؟ تو وٽ به جاءِ ڪانهي ۽ نه وري مونوٽ ٿي آهي. آءٌ تنهنجي لاءِ ڪمرو به مسواڙ تي وٺي نٿو سگهان. جيڪڏهن تون قتل قلعي ڏانهن هلڻ چاهين ٿي ته پوءِ هل. اهو هتان ڪلاڪ کن جو پنڌ ٿيندو.‘
”ڇوڪري انڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ مرد کي جوش اچي ويو.
”’مونکي سڌو سئون جواب ڏي. ’ها‘ ڪر يا ’نه‘. جيڪڏهن تنهنجو جواب انڪار ۾ آهي ته پوءِ توکي خبر آهي ته مونکي پيون به گهڻيئي ملي سگهن ٿيون.‘
”ويچاري ڇوڪري اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳي. جنهن پردي جي پٺيان آءٌ بيٺل هئس، ان جي بلڪل پرسان بيهي هوءَ ايترو ته درد ناڪ انداز ۾ سڏڪا ڀري رهي هئي، جو آءٌ ان جي معصوم ۽ ڏکيل دل جون اُڇلون به محسوس ڪري رهي هئس.
”’مان توکي پيار ڪريان ٿي،‘ هن سڏڪن جي وچ ۾ چيو، ’پر ان نموني نه، ائين نه.... مونکي ڪا خبر نه آهي، پر ايترو ڄاڻان ٿي ته اهو پيار نه آهي..... مونکي توسان پيار آهي.... ڇو ته تون مونکي ڏاڍو وڻندو آهين، ڇو ته تون مونتي مهربان آهين ۽ ٻين کان مختلف نموني ۾ مونسان ڳالهائين ٿو، ڇو ته توکي ايندو

ڏسي منهنجي دل خوشي مان ٻهڪي ويندي آهي. آءٌ توکي ايترو ته پيار ڪريان ٿي جو وس پڄي ته جيڪر تنهنجي ڪڇي ۾ ٻانهون وجهي ڇڏيان. هر وقت، هر روز، هميشه! پر جڏهن تون ٻي ڳالهه بابت چوندو آهين، ته منهنجي دل دهلجي ويندي آهي، تون سمجهين ڇو نه ٿو ته مونکي اها ڳالهه نه ٿي وڻي. خاص ڪري توسان اهو مونکي عظيم گناهه ٿو لڳي.'

"هن پنهنجي ڪلهن کي جهٽڪو ڏنو ۽ رڙ ڪري چوڻ لڳو: 'بندڪر اها بڪواس ۽ پنهنجون ڪتيءَ جهڙيون اکيون پري ڪر.'

"آءٌ توکي اهي سمورا لفظ ٻڌائي نه ٿي سگهان، جيڪي هن ان وقت چيا.

"اها بڪواس ڪندي ئي هن پنهنجي ڪوٽ جي کيسي مان هڪ وڏو چاقو ٻاهر ڪڍيو. چاقو .... ڪاسائين واري ڪات جهڙو. تلوار جهڙو تکو. هن اهو منهنجي ڇاتي جي بلڪل سڌ ۾ پردي جي ڇپڙي ۾ کپائي ڇڏيو ۽ تيز آواز ۾ سرٻاٽ ڪري چيائين: 'هاڻي ٻڌي ڇڏ، جي تو هينئر ڪجهه چيو آهي يا ڪا حرڪت ڪئي اٿئي ته ياد رک، ڪُهي ڇڏيندو سائن.'

"ڇوڪري ٻه مقابلي لاءِ تيار ٿي بيٺي ۽ خوفناڪ منظر ٿي ويو.

"گهٽي بلڪل سنسان هئي ۽ چؤطرف خاموشي ڇانيل هئي. شهر جي هنگامن جو آواز ٻه هتي ڪونه ٿي' پهتو. ان وقت الائي گهڻا وڳا هئا. شايد رات جا ٻه ٿيا هئا. سڄو شهر ننڊ ۾ ستل هو، سواءِ ان جوڙي، ۽ منهنجي. آءٌ ان منظر کي ڏڪندڙ دل سان ڏسي رهي هئس. ڇوڪري منهنجي ايترو ته ويجهو بيٺل هئي، جو آءٌ فقط آڱر سڌي ڪري انکي ڇُهي ٿي سگهيس. هوءَ پاڻکي هڪ عجيب قوت سان بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

"سندس ڪنڌ جهڪيل هو ۽ گوڏا پاڻ ۾ سختيءَ سان مليل هئا. هوءَ ڪنهن جانور وانگر تڪڙا تڪڙا ساهه کڻي رهي هئي، جڏهن هن جون ٻيئي ٻانهون پڪڙجي ويون ته هن پنهنجن

ٽنگن کي پاڻ ۾ وڏيڪ ويڇائي ڇڏيو. جڏهن وري سندس اسڪرٽ کي ڇڪڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي وئي، ته هوءَ پنهنجن هٿن سان ٿي وڙهي. اها لڙائي تمام گهڻو وقت هلي. ايترو گهڻو، جو تون اندازو به لڳائي نه سگهندين. پر، جيئن هڪ يوناني گيت ۾ آهي ته ’آخرڪار ڪارون ٻڪرار کي قابو ڪري ڇڏيو،‘ آخرڪار هو به هوس جي چنبن ۾ قابو ٿي وئي.

”بيوس ٿي هوءَ هوا ۾ پنهنجون ٻانهون هڻندي رهي، جيئن قيد ٿيل ڪي پرڙا ڦڙڪائيندو آهي. اوچتو سندس هٿ پردي جي چپڙي ۾ ڪنهن شيءِ ٿي لڳو. هن غريب کي خبر نه هئي ته اهو ڇا هو، ويچاري اهو به سمجهي نه سگهي ته اهو چاقو هو. ڪا شيءِ هنکي اوچتو هٿ اچڻ جي صورت ۾ هن اها ان مرد کي هڻي ڪڍي، جيڪو هنکي سڄي عمر ڇيچلائيندا رهن ها، تڙڦائيندا رهن ها.

”انسان جي ’وت‘ ئي ڇا آهي؟ نرم ۽ نازڪ مٽيءَ جو پتلو، جيڪو هڪ ڏک به سهي ڪونه سگهي. چاقو هنجي نڙيءَ مان پار ٿي ويو.

”رت جو ڦوهارو نڪرڻ لڳو. (نڙي وٽ ٻه وڏيون شريانيون آهن، جن ۾ رت تيزيءَ سان هلندو رهي ٿو.)

”گرم رت جو ڦوهارو اچي پردي جي ڇپڙين کي لڳو ۽ ڪجهه ڦڙا ان جي چيرن مان پار ٿي اندر هليا آيا ۽ منهنجي چيلهه وٽ اچي لڳا، مرد جو ساهه هيٺئر گهٽجڻ لڳو، سندس اکيون ڪوپن کان ٻاهر نڪري آيون ۽ هن خوفناڪ نموني ۾ پنهنجو وات کوليو، پر ان مان ساهه به ڪٿي نه سگهيو. جڏهن هو منهن پر زمين تي اچي ڪريو، تڏهن هن ....، سندس قاتل، گهٽيءَ جي خاموشي کي چيريو ۽ ٿي اوچنگارون ڏنائين، دردناڪ اوچنگارون.

”مري ويل لاءِ اهي دل جي گهراين مان نڪتل ٿي اوچنگارون جن ۾ درد هو، ڪرب هو، نراسائي هئي. ايڏو درد، ايڏو اٿميو درد مون اڳ ڪڏهن به ڪونه محسوس ڪيو هو.

”ان ڪانپوءِ ڇا ٿيو .... سو تنهنجي مطلب جو نہ آهي. منهنجي ماءُ جو چرڪ ڀري ننڊ مان اٿڻ ۽ اهو سمجهڻ تہ مونکي ڪجهہ ٿيو آهي، منهنجو بسترو خالي ڏسي سڄي جاءِ ۾ مونکي واڪا ڪري سڏڻ ۽ آخرڪار مونکي درياءَ جي ڀرسان بيٺل ۽ رت ۾ ڀريل ڏسي سمجهڻ تہ شايد اهو رت منهنجو آهي. ڪهاڻي جي ان حصي سان تنهنجو واسطو نہ آهي.

”اهو واقعو، جيڪو منهنجي ذهن جي پردن ۾ هميشه جي لاءِ محفوظ آهي، ڪافي آهي. آءٌ تنهن وقت سترهن سالن جي هئس ان ڪان اڳ مونکي انهن حقيقتن جي ڪابہ خبر ڪونہ هئي. ان اڌ ڪلاڪ جي عرصي ۾ مونتي ڪيئي ڳجهہ کُلي پيا، حياتي جا ڳجهہ، پيار جا ڳجهہ، موت جا ڳجهہ. مونکي خبر پيئي تہ مرد جي پيار جو مطلب ڇا آهي! ۽ اها بہ خبر پيئي تہ مرد جي مرڻ ۾ ڪهڙو راز سمايل آهي!

”دنيا ڪي اڃا تائين اها خبر نہ آهي تہ آءٌ ڪهڙي سبب جي ڪري اڪيلو رهڻ پسند ٿي ڪريان، پر هينئر توکي تہ اهو سبب معلوم ٿيو. تنهنجي لاءِ تہ هينئر اهو راز نہ آهي.“

---

## ريونوسوڪي اڪوتاگاوا

(جپاني ڪهاڻي)

سنڌيڪار: قادر بخش ميمڻ

# اُوٽومس

## OTOMI'S VIRGINITY

’ايدو‘ شهر ۾ ١٤، مئي ١٨٦٨ع جي ڏينهن، منجهند ڪان ٿورو پوءِ هڪڙو نوٽيس پڙهو ڪيو ويو، جنهن ۾ لکيل هو ته: ’سپاڻي پنهنجي ڪي جو شاهي فوج ”شوگيتي“ تي ڪاهه ڪندي، جيڪي ”توئيءَ“ جي پهاڙن ۾ مورچه بند آهن. ”يوئينو“ جي ويجهڙائيءَ ۾ رهندڙ شهرين کي جتي ٿي سگهي، اتي پناهه وٺڻ گهرجي.‘

جيڪو گهر ’مسابي ڪوگايا‘ پساريءَ، ’مائي چوم‘ ۾ خالي ڪيو هو، ان ۾، اندر بورچيخاني جي ڪنڊ ۾ وڏي ساموندي ستيئڙي جي اڳيان، ’شتياماچي‘ نالي ٻلي، جنهنجو رنگ ڪميءَ جي کل جهڙو هو، ڪرونڊڙي ٿي پيئي هئي. گهر جا روشندان اهڙا ته بند ٿيل هئا، جو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ به اندر اونداهه ۽ چپ چاپ هئي. آواز فقط برسات جي ڪڙ ڪڙ جو هو، جيڪا صبح کان ئي پئجي رهي هئي. رڪي رڪي ڇت تي برسات جو جهوهو ٿي پيو ۽ هر دفعي جيئن آواز وڌو ٿيو ٿي، تيئن ٻليءَ پنهنجون عنبر جهڙيون اکيون مٿي ٿي کنيون. ڪونيءَ ۾ اهڙو ته انڌيرو هو، جو اتي رکيل اِستو به نظر نٿي آيو، پر ٻليءَ جي عنبري اکين اهڙو ته چمڪو ٿي ڏنو، جهڙو فاسفورس جو هوندو آهي. ٻليءَ جڏهن محسوس ڪيو ته برسات جي ڪڙ ڪڙ ڪانسواءِ ٻي ڪا تبديلي ڪانه ٿي ٿئي، ته هوءَ بالڪل خاموش ٿي پئجي رهي ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

اهو عمل هر هر دهرائيندي هوءَ ننڊ پئجي وئي هوندي، ڇو ته هن برسات جي ڪڙ ڪڙ تي اکيون کولڻ بند ڪري ڇڏيون هيون. برسات زور سان لاڳيتو پوندي رهي ۽ ڪنهن وقت، وقتي

طور بند ٿي ٿيي.

شام جا ٽي ٿيا .... چار ٿيا .... وقت هوريان هوريان گذري برسات جي گوڙ ۾ رات جي انڌيري تائين پهتو.

جڏهن پنج ٿيا ته ٻليءَ اوچتو پنهنجون اکيون گول ڪيون ۽ هڪ هنڌ نهارڻ لڳي، ڄڻ ڪنهن شيءِ کيس ڊيڄاريو هو. برسات ختم ٿي وئي هئي ۽ پيو ڪجھ به ٻڌڻ ۾ نٿي آيو، سواءِ ڏولي بردارن جي آوازن جي، جيڪي گهٽيءَ مان ڊوڙندا پئي ويا.

ڪجھ سيڪنڊن جي خاموشيءَ کانپوءِ بورچيخاني ۾ هلڪي روشني ٿي، پوءِ هڪ هڪ شيءِ ٿي، بورچيخاني جو اِسٽو، مٽڪي ۾ پيل پاڻيءَ جو چمڪو روشندان کي کولڻ واري رسي ۽ بورچيخاني جو ڪپٽ نظر ايندا ويا. ٻلي وڏيڪ بي آرام نظر آئي، هن پنهنجو ڳرو بدن مٿي کنيو ۽ ٻاهرين دروازي ڏانهن گهوري نهاريائين، جيڪو ان وقت ئي کليو هو.

جنهن ماڻهوءَ ان وقت دروازو کوليو، اهو هڪڙو فقير هو، جيڪو اهڙو ته پُسيل هو، جهڙو پاڻيءَ ۾ ٻڏل ڪئو. پنهنجي ڳچي ڍگهي ڪري، جيڪا هڪ پراڻي ٽوال ۾ ويڙهيل هئي، هن لِڪي لِڪي ۽ ڏيان سان ان خاموش گهر ۾ ڪنهن به ممڪن آواز ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي. اها پڪ ڪندي ته اندر ڪوبه ٻيو بشر ڪونه هو، هو بورچيخاني ۾ اندر گهڙيو. سندس نئون ڪڪائون برساتي ڪوٽ، برسات جي پاڻي پوڻ ڪري چمڪيو پئي.

ٻليءَ پنهنجا ڪن ڪڙا ڪيا ۽ ڪجھ قدم پٺتي هٽي ويئي.

فقير، ٻليءَ ڏانهن ڪوبه ڏيان نه ڏنو ۽ دروازو بند ڪري پنهنجي ڳلي ۾ ويڙهيل ٽوال لاٿائين. هنجا وار تمام ڊگها ۽ وڏيل هئا، حالانڪ هو گولو پئي لڳو، پر سندس چهري جا نقش البت باقاعدي هئا.

هن پنهنجو منهن ۽ وار اگهيا، جن مان پاڻي پئي ٽميو، ۽ هيناهين آواز ۾ چيائين، ”ٻلي، ٻلي.“ ٻليءَ پنهنجا ڪن ڪڙا ڪيا، ڄڻ هنجو آواز سڃاتو هئائين. پر هوءَ اتي ئي رهي، جتي بيٺي هئي ۽ رکي رکي پنهنجيون شڪي اکيون مٿس کپايون ٿي. ان وچ ۾

فقير پنهنجو برساتي ڪوٽ لاٿو، ۽ فرش تي ٻليءَ جي سامهون پلٿي ماري ويهي رهيو. سندس پنبون اهڙيون تہ گنديون ۽ ميريون هيون جو سندن رنگ مشڪل سان ٿي نظر آيو.

پاڻ مرادو ڪلندي ۽ ٻليءَ جي مٿي تي هٿ گهمائيندي هن ٻليءَ کان پڇيو، ”ٻلڙي ڪيئن آهين؟ ڏسان پيو تہ ڪوبہ هتي ڪونہ آهي، تنهنڪري مان ايئن چوندس تہ توکي پٺتي پريشانيءَ ۾ ڇڏي ويا آهن.“

سيڪنڊ لاءِ تہ ٻلي پڇي وڇڻ لاءِ پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي ڪوشش ڪندي نظر آئي، پر هوءَ چال ڏئي پڇي ڪانہ وئي، پر اتي ئي ويٺي رهي ۽ آهستي آهستي پنهنجيون اکيون ٻوڪوڙڻ شروع ڪيائين. ٻليءَ کي هٿ گهمائڻ بند ڪري فقير پنهنجي کيسي مان تيل ڏنل پستول ڪڍيو ۽ شفق جي شعاع ۾ ان جي گهوڙي کي چڪاسڻ شروع ڪيائين. هڪ فقير جو، خالي ڪيل جي بورچيخاني ۾، جنگ جي فضا ۾ پنهنجي پستول کي هٿ ۾ جهلڻ هڪ غير معمولي ۽ عجيب نظارو هو، تنهن هوندي بہ ٻلي پنهنجون اکيون ٻوڪوڙي، پنهنجي پٺي ڪُٻي ڪري اهڙي لاپرواهي سان ويٺي رهي، ڄڻ کيس سيڪي راز معلوم هئا.

هن ٻليءَ کي چيو، ”او ٻلڙي، سپاهي هن پسگردائيءَ ۾ گولين جا وسڪارا ٿيندا. جيڪڏهن توکي گولي لڳي تہ تون مري ويندينءَ. انڪري ڪيترو بہ هُل هنگامون ٿئي تون هن گهر مان ٻاهر نہ ڇرجانءِ ۽ فرش هيٺان لڪي رهجانءِ.

”اسان هڪ ٻئي جا ساٿي رهيا آهيون، پر هي آخري پيرو ٿيندو جو توکي ڏسندس.“ هن پنهنجي پستول کي چڪاسيندي رکي رکي ٻليءَ کي ٻئي چيو.

”سپاهي وارو ڏينهن تولاءِ ۽ مون لاءِ ٿي سگهي ٿو خراب ٿئي، سپاهي مان بہ مري پوان يا ڪٿي نہ بہ، يا زخمي ٿيان، پر هن کان وڏيڪ گندگيءَ جي ڍيرن ۾ ڪونہ تلاش ڪندس ۽ تون خوش ٿيندينءَ، خوش ٿيندينءَ نہ؟“

برسات وري شروع ٿي چڪي هئي ۽ گهڻي زور شور سان

پٺي وسي، بادل ايترا ته گهاٽا هئا جو هر طرف انڌيرو ٿي ويو هو. شفق جي روشني جيڪا بورچيخاني ۾ چانيل هئي اگهي.کان اونداهي ۾ جهڪي ٿي وئي هئي. فقير منهن مٿي ڪڻڻ بنان پستول کي پرڻ شروع ڪيو، جنهنجي چڪاس هن پوري ڪئي هئي.

هن وري ٻليءَ کي چيو، "منهنجي وجهه ڪانپوءِ مونکي ساريندينءَ.؟ نه نه، چيو وڃي ٿو ته ٻليون ٽن سالن جي مهرباني به وساري ڇڏينديون آهن. تنهنڪري توتي اعتبار نه ٿو ڪري سگهجي. خير ان جي پرواهه ناهي پر جڏهن مان هليو وڃان....."

فقير اوچتو چپ ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته هن دروازي جي ٻاهرين طرف ڪنهنجي اچڻ جو آواز ٻڌو. هن خيال ڪيو ته جنهن وقت هن پستول کي پاسيرو ڪيو هو ته تڏهن ڪو ٻاهرين در تاتين آيو هو. ۽ جيئن ئي هن پوئتي نهاريو، تيئن وڏي زور سان دروازو کليو. هن جلديءَ ۾ بچاءَ واري پوزيشن ورتي ۽ پوءِ اندر داخل ٿيندڙ ۾ فقير هڪ ٻئي کي گهوري رهيا هئا.

جنهن وقت اندر داخل ٿيندڙ جي نگاهه فقير تــي پيئي ته هن کان اوچتو تعجب ۾ دانهن نڪري ويئي. هوءَ اگهاڙن پيرن واري هڪ نوجوان عورت هئي جنهنجي هٿ ۾ ڇٽي هئي. هوءَ يڪدم واپس موٽڻ واري هئي، پر پنهنجي قوت ٻهر حاصل ڪري هن بورچيخاني جي هلڪي روشنيءَ ۾ فقير جي منهن ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪئي.

مُنجهيل ۽ تعجب ۾ فقير هنکي گهريءَ نظر سان ڏٺو ۽ پنهنجو گوڏو اُيو ڪري ويٺو. هنجي ڏسڻ مان ظاهر هو ته هاڻي هو پنهنجي بچاءَ جي خيال ۾ ناهي. پلڪ لاءِ ٻنهين خاموشيءَ سان هڪ ٻئي جي منهن ۾ نهاريو.

"تون 'شنڪو' آهين، ها نه؟" هن فقير کان پڇيو ۽ ڪي قدر پنهنجي اصلي حالت ۾ آئي.

"اوهه، مونکي معاف ڪر." فقير ڏند ڪڍي چيس، "برسات جي زبردست جوهي مونکي تنهنجي غير حاضريءَ ۾، تنهنجي گهر هڪلي آندو، توکي پڪ ٿو ڏيان ته آءٌ گهر پيچندڙ

نه ٿي آيو آهيان.“

”مونکي سچ پچ تعجب آهي. جيڪڏهن گهر ڀڄندڙ نه آهين، ته به بشيرمي گهڻي ڏيکاري اٿئي.“ هن غصي ۾ رڙ ڪئي ۽ چٽيءَ تان پاڻي لاهڻ لڳي. ”هاڻي نڪري ٻاهر ٿيءُ، آءٌ اندر ٿي اچان.“

”هائو، آءٌ ويندس، تون حڪم نه ڏين ته به، مس! تو اچا پناهه نه ورتي آهي ڇا؟“

”ڇونه؟ هائو مون ورتي آهي. پر پڇڻ سان تنهنجو مقصد؟“

”ته پوءِ تون ڪجهه ڇڏي ويئي آهين، مان سمجهان ٿو. هاڻي سڌي اندر اچ، اتي ٻاهر برسات ۾ بيٺي آهين.“

هوءَ جڻ اچا غصي ۾ هئي. هنکي جواب ڏيڻ بنا هوءَ بورچيخاني جي فرش تي ويهي رهي ۽ پنهنجا گدلا پير ڍ گهاڪري مٿن هٿن سان پاڻي وجهڻ شروع ڪيائين. ان کانپوءِ فقير جيڪو پلٽي ماريو ويٺو هو، هـن ڏانهن يڪ ٽڪ گهوري نهاريو. ۽ پنهنجي وڏيل ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيرائڻ شروع ڪيو.

هوءَ هڪ تندرست ڳوناڻي سانوري رنگ واري عورت هئي جنهنجي نڪ تي موهيڙا هئا. هنکي سڌي سادي گهر جي اڏيل پوشاڪ ۽ لونگي پيل هئي، جهڙي ڪنهن ڪنواري ڇوڪريءَ کي زيب ڏئي. هنجي زندگيءَ سان ڀرپور خدوخال ۽ پرڪشش صورت ۾ اهڙي دلربائي هئي، جا بي تاثير نه هئي.

”جيئن ته تون هن گوڙ گهمسان ۾ واپس آئي آهين، تو ضرور ڪا تمام اهم شيءَ ڇڏي هوندي؟“ هن پڇا جاري رکي.

”ڇا ڇڏي وئينءَ، اي مس.... او ٿو مي؟“

”تون پنهنجي ڪم جي ڪر. مان چوان ٿي ته سڀ ڪان اول هتان هڪدم ٻاهر نڪر.“

او ٿو ميءَ سخت لهجي ۾ جواب ڏنو ۽ فقير جي منهن ۾ نهاريندي، هن سنجيده نظرن سان هن کان سوال پڇڻ شروع ڪيا، جڻ ته ڪيس ڪا ڳالهه خيال ۾ آئي هئي.

”شنڪو.“ هن چيس، ”توکي معلوم آهي ته اسانجي

ٻلي ڪٿي آهي؟"
"ٻلي؟ هوءَ هاڻي ته هتي هئي." فقير چوڏاري نهاريندي جواب ڏنو.
"اوه، پياري ڪيڏانهن ويئي هوندي؟"
ٻلي نظرون بچائي شيلف تائين سرڪي ويئي هئي ۽ نڪر جي روهي ۽ لوهي ٽانوَ جي وچ ۾ ڪُرنڊڙي تي پئي هئي. هڪ ئي وقت پنهين جي نظر ٻليءَ تي پيئي. هڪدم 'او ٿو ميءَ' پنهنجي هٿ ۾ جهيل ڏوئي ڦٽي ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح فرش تي اٿي بيٺي، ڄڻ ته هن فقير جي موجودگيءَ کي وساري ڇڏيو هو. وڻنڊڙ مرڪ سان هن ٻليءَ کي سڏ ڪيو. شنڪوءَ پنهنجيون ميريون اکيون او ٿي ميءَ ڏانهن ڦيرايون.
"اهائي ٻلي آهي جيڪا تون ڇڏي ويئي هئينءَ؟"
"اها ڇڏيل شيءِ ٻلي ئي ڇو نه هجي؟ ٻلي او ٻلي هاڻي هيٺ اچ."
شنڪو اوچتو ڪِيلَ ۾ اچي چٽڪيو. هنجي ڪل ميٺهن جي گونجدار آواز جي وچ ۾ پوائنٽو پڙاڏو پيدا ڪيو. او ٿو مي ميران ٿي پنهنجي نئين سر آيل غصي وچان، پنهنجي ڳاڙهن ڳلن سان، شنڪوءَ کي رڙ ڪري چيو، "تو کي ڪل ڇا تي ٿي اچي؟ مالڪياڻي ٻليءَ کي پنهنجي ڇڏڻ ڪري پريشان آهي. ٻليءَ جي زندگيءَ لاءِ پريشانيءَ ۾ هوءَ سارو وقت دانهون ڪندي رهي آهي. هن تي قياس ڪري مان ساري وات برسات ۾ پُسندي هتي آئي آهيان.."
"ٺيڪ آهي مان هاڻي نه کلندس." شنڪو، جنهجي ڪل اچا جاري هئي، او ٿو ميءَ جي رمارڪ کي اڌ ۾ ڪٽيندي چيو، "مان هن ڪاڻ نه کلندس. پر فقط هن ڳالهه جو خيال ڪر. جڏهن سياڻي لڙائي لڳي ته هڪ ٻلي يا ٻه ٻليون. ڪير به ان بابت سوچي ته اها مزيدار ڳالهه ٿيندي. تنهنجي موجودگيءَ لاءِ مونکي لحاظ آهي، پر مونکي اجازت ڏي ته توکي آزاديءَ سان ٻڌايان ته تنهنجي مالڪياڻي اهڙي ته خود غرض ۽ خود مطلب آهي، جو مون اهڙي ڪڏهن نه ٻڌي آهي. سڀ کان اول پنهنجي ٻليءَ جي

جانچ ڪرڻ ....."

"زبان بند ڪر." او ڏوميءَ ڏمڪيءَ واري نگاهہ سان واکو ڪري چيو، "مان توکان پنهنجي مالڪياڻيءَ جي ڳالهہ ٻڌڻ نٿي چاهيان."

جيئن ته اميد هئي، تيئن واقعي هنجي ڏمڪي واري ڇوري فقير کي ڏيڇاريو ڪونه. اُلٽو هن سندس بدن تي شوخ نظر ڪپائي. هنجي صورت واقعي ان وقت وحشي حسن جو نمونو هئي. هنجو برسات ۾ پسيل جبو ۽ گهاگهرو سندس جسم سان بلڪل چنبڙي پيا هئا ۽ ان مان جهاتيون پائيندڙ سندس اگهاڙو ۽ نرم ڪنوارو بدن شفاف هو. 'شنڪو' پنهنجيون اکيون مٿس ڪپائي کلندي ڳالهائي رهيو هو.

"ٻيءَ ڪنهن به ڳالهہ کان مٿي، سندس توکي ٻليءَ جي ڳولا ۾ هتي موڪلڻ مان تون چٽي سگهين ٿي. 'يو ٿينو' جي ويجهڙائي ۾ هر هڪ خاندان اڳيئي پناهہ ورتي آهي. اُڻهن جا گهر اهڙا ويران آهن، جهڙيون ٻنيون جن ۾ ڪوبہ ٻني بشر نہ هجي. ممڪن آهي تہ کي بگهڙ ٻاهر نہ اچن، توکي ڪر خوفائتو خطرو درپيش اچي."

"اجايو پريشان نہ ٿي ۽ هڪدم ٻليءَ کي پڪڙ. مان نٿي سمجهان ته ڪو جنگ لڳندي. پوءِ ڪنهن بہ قسم جو خطرو ڪٿي ٿيندو؟"

"ڪم عقليءَ جي ڳالهہ نہ ڪر. جڏهن ڪنهن جوان ڇوڪريءَ جي اڪيلي گهمڻ ۾ ڪو خطرو ناهي تہ پوءِ ڪوبہ خطرو ٿي نٿو سگهي." شنڪو آهستي آهستي اڌ سنجيده ۽ اڌ مزاحيہ نموني ڳالهائڻ شروع ڪيو، "اچ تہ انهيءَ نقطي تي ڳالهائيون. اسين فقط بہ چٽان هتي آهيون، پر جيڪڏهن موںکي ڪا شرارتي خواهش ٿي پوي تہ تون ڇا ڪندينءَ؟"

او ڏوميءَ جي اکين ۾ خوف جو پاڇو بہ ڪونہ هو، پر هنجا ڳل رت سان اڳي کان بہ ڳاڙها ٿي ويا هئا.

"ڇا شنڪو؟ تون مونکي ڏمڪي ڏئي رهيو آهين؟"

او ٿو مي هڪ قدم هن طرف وڌائي رڙ ڪري چيس، ڄڻ هوءَ ڪيس ڌمڪائي رهي هئي.

”ڌمڪائڻ؟“ هن جواب ۾ چيو، ”گهڻي لقب يافته ماڻهو ذليل ۽ بداخلاق هوندا آهن. ان ڪان سواءِ آءٌ هڪ فقير آهيان. جيڪڏهن منهنجي دل ۾ ڪا شرارتي خواهش ٿي ته آءٌ شايد ڌمڪائڻ ڪان به وڌيڪ ڪجهه ڪيان.“ ڳالهه پوري ڪرڻ ڪان اڳيئي ڪيس مٿي تي زور وارو ڌڪ لڳو. جيسين هنکي خبر پوي ئي پوي، ان ڪان اڳ او ٿو مي پنهنجي ڇٽي سندس اڳيان لهرائي رهي هئي.

”وري نه ڳالهاءِ.“ پنهنجي سموري طاقت سان هن سندس مٿي تي پنهنجي ڇٽيءَ سان ڌڪ هنيو. هن ڌڪن گسائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان وقت او ٿو ميءَ جي ڇٽي زور سان سندس ڪلهي تي لڳي، جيڪو فقط سڻيءَ جي پوشاڪ سان ڍڪيل هو.

ٻلي سجاڳ ٿي لوهي ڪٽليءَ کي لت هڻي هيٺ ڪيرايو ۽ ٽپ ڏئي شيلف تي چڙهي ويئي، جنهن تي بورچيخاني جو ڪٻٽ پيل هو. ساڳيءَ وقت شيلف تي پيل تيل جي بتي ۽ صنوبر جي ڪاٺي شنڪوءَ جي مٿان اچي ڪريا. سندس ٽپ ڏئي پيرن تي اٿي بيهڻ ڪان اڳ، هنکي او ٿو ميءَ جي ڇٽيءَ جا ڌڪ وري وري لڳندا رهيا.

”جهنم ۾ وڃ، جهنم ۾ وڃي پوءُ.“ هن دانهن ڪئي ۽ پنهنجي ڇٽي لهرائيندي رهي. آخر هو ڪانئس ڇٽي کسڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جيئن ئي هن ڇٽي پري ڦٽي ڪئي، تيئن هن غصي مان، هن تي ٽپ ڏنو. ٻلڪ لاءِ ٻئي ڪاٺ جي ننڍڙي فرش تي، هڪ ٻئي سان ٻڪين پيا ان ڇڪريءَ جي وچ ۾ برسات جي جهوهي زور ورتو ۽ ڇت تي ڦهڪا ٿيڻ لڳا. جيئن برسات جو آواز وڌندو ويو، تيئن اونڌيرو به گهاٽو ٿيندو ويو.

مار ڪائي ۽ رهڙجي، فقير غصي مان هن تي غالب پوڻ جي ۽ پنهنجي جسماني طاقت سان هنکي جهلڻ جي ڪوشش ڪئي. وري وري ناڪامين ڪانپوءِ، جنهن وقت جهلي قابو ڪيائينس، تيئن هن

ڳوليءَ وانگر لنگهه ڏانهن لڙهه ڏنائين.

"جهنمي ڪتي." هن شوخيءَ مان ڏانهس گهوري نهاريو ۽ سيرڪندڙ پڙدو پنهنجي ڍال بنايائين.

ٽڙيل پکڙيل وارن سان اوٽومي جهوڪو ماري هيٺ ويهي رهي ۽ هٿ ۾ پاڪي جهلي ويئي. ائين پئي لڳو ته اها پاڪي، هن پنهنجي ڳلي ۾ پيل لونگيءَ ۾ لڪائي آندي هوندي.

هنجي شوخ نظر ۾ عجيب ڪنواري ڪشش اڀري هئي، جهڙي ٻليءَ جي، جيڪا پنهنجي پڇ ڪٽڻ جي شيلف سان لڳائي ويئي هئي. ٿورا سيڪنڊ خاموش رهي، ٻئي هڪ ٻئي جي اکين مان ڪجهه اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. پوءِ بناوٽي ڏند ٽيڙي، شنڪوءَ پنهنجي کيسي مان پستول ٻاهر ڪڍيو.

پستول جي نالي سان ڇاٽي واٽي سندس ڇاتيءَ جو نشانو وٺي چيائينس، "هاڻي جيترو دل چوئي اوترو ڦٽڪ." جيتوڻيڪ هن افسوس مان ڏانهس نهاريو، پر پنهنجو وات نه کوليائين. هنجي خاموشي ڏسي، هن نال کي مٿيرو ڪيو، جڏهن ته هنکي ڪا ڳالهه ياد آئي هجي. نال جي اکيان ٻليءَ جون عنبري اکيون پئي چمڪيون. هن جڏهن ته ڇيڙائڻ لاءِ، پنهنجي لبن تي مُرڪ آڻي پڇيس، "نيڪ آهي اوٽومي؟ جي مون پستول ڇوڙيو ته ٻلي مري، منڊيءَ پر ڪري پوندي." هو گهوڙي چڪڻ تي هو، "ساڳي حالت توسان ٿيندي. قبول؟" "نه، نه" اوٽوميءَ اوچتو رڙ ڪئي. "شنڪو، پستول نه ڇوڙ."

شنڪوءَ پنهنجون اکيون هن ڏانهن ڦيرايون، سندس پستول جو رخ اڃا نائين ڪميءَ جي ڪُل جهڙي ٻليءَ ڏانهن هو.

"هاڻو، مان اندازو ڪريان ٿو ته توکي افسوس ٿيندو."

"هنکي ڳولي هٿندي توکي رحم ڪونه ايندو ۽ رحم خاطر نه هٿيس."

هاڻي اوٽوميءَ ۾ مڪمل تبديلي اچي ويئي هئي. اکين ۾ همدرديءَ جا پاڇا لهرائي رهيا هئا، هنجي ڏکندڙ چپن مان موتين جهڙن سفيد ڏندن جي قطار ڏسڻ ۾ پئي آئي.

نئوليءَ ۾ تعجب وارين نگاهن سان ڏسندي، فقير پستول جي نالي هيٺ ڪئي. انڪري ڇوڪريءَ جي ڇهري تي ڇوٽڪاري واري رونق تري آئي.

”چڱو، مان پليءَ کي جيئدان ڏينديس. انجي بدلي ...“ هن فتحمنديءَ جي خوشي ظاهر ڪئي. ”انجي بدلي مان صرف توکي وٺندس.“

اوڏوميءَ پنهنجون اکيون ڦيرائي ڇڏيون. پلڪ کن لاءِ هنجي دل مختلف احساسن جي بٺيءَ ۾ ٿهڪندي نظر آئي.

احساس ـ جهڙوڪ، نفرت، غصو، بچاءُ ۽ ارمان.

انهن احساسن تي ڪرڙي نگاهه رکندي هو پاسيرو وڌي هنجي پٺيان آيو ۽ رهائشي ڪمري جا در زور سان کوليائين. اهو ڪمرو بورچيخاني کان به وڌيڪ اونداهو هو. ان ڪمري ۾ خانن واري پيتي ۽ چوڪندي ڪوئلن واري سگري پري کان صاف نظر پئي آيا.

اوڏوميءَ جي پٺيان بيهي هن پنهنجون نظرون، سندس ڪڇيءَ تي کپائي ڇڏيون، جيڪا پگهر سبب گهميل پئي نظر آئي.

هن محسوس ڪيو هوندو. پنهنجو بدن ڦيرائي سندس منهن ۾ نهاريو. تازگيءَ وارو رنگ بلڪل اڳين وانگر سندس ڇهري تي موٽي آيو هو. ان هوندي به چپ ته ڏاڍو منجهيل هو.

عجيب نموني ۾ اک پٽي، پنهنجو پستول وارو هٿ وري پليءَ ڏانهن سڌو ڪيو.

”نه ڪر. مان چوان ٿي نه ڪر.“ ”هنکي جهلڻ جي ڪوشش ڪندي پنهنجي هٿ ۾ جهليل پاڪي هيٺ اڇلايائين.

”جيڪڏهن مونکي ائين نه ڪرڻ گهرجي ته پوءِ هن ڪمري ۾ هل.“ هن هلڪيءَ مرڪ سان چيس.

”اوه! تون غليظ آهين.“ هن چڙ ۾ ڪُرڪيو، پر ائين بيهي هوءَ هڪ بيشرم عورت وانگر تڪڙي تڪڙي رهائشي ڪوٺيءَ ۾ هلي ويئي. سندس راضي هجڻ تي البت شنڪوءَ کي حيرت هئي.

ان وقت تائين برسات جو آواز ڪافي گهٽجي ويو هو. ۽ بادلن جي وچ مان لهندڙ سج جي جهاتيون پائڻ ڪري بورچيخاني ۾

ڪافي روشني ٿي ويئي هئي.

بورچيخاني ۾ بيهي هن حبرداريءَ سان رهائشي ڪمري ۾ ڪپڙن لاهڻ جو آواز ۽ پوءِ شايد هنجي ٽڏي تي ليٽڻ جو آواز ٻڌو. ان ڪانپوءِ ڪمري ۾ خاموشي ڇانئجي ويئي.

ڪجهه ظاهري هٻڪ ڪانپوءِ هن رهائشي ڪمري ۾ قدم رکيو. جنهن ۾ هلڪي روشني هئي. رهائشي ڪمري جي وچ ۾ هن ڪيس پئيءَ پر ليٽيل ڏٺو، سندس منهن ٻانهن سان ڍڪيل هو. جيئن ئي هنکي ڏٺائين، هو پوئتي بورچيخاني ڏانهن مڙيو. هنجي چهري تي عجيب تاثر هو، جنهنجو بيان نٿو ٿي سگهي، ۽ جيڪو ڪراهت ۽ شرم جهڙو پئي نظر آيو. جنهن وقت هو بورچيخاني ۾ واپس آيو ته هن ٺهڪ ڏيڻ شروع ڪيا. هنجي پٺ اڃان رهائشي ڪمري ڏانهن هئي.

”مان تو کي چيڙائيندو رهيو آهيان، اوٿومي.“ هن رڙ ڪري چيو، ”مان توکي چيڙائيندو رهيو آهيان. هاڻي مهرباني ڪري هيڏانهن ٻاهر اچ.“

ڪجهه منٽن ڪانپوءِ اوٿومي ٻليءَ کي سيني سان لڳائي، ڇٽي هٿ ۾ ڪٽي شڪوءَ سان خوش خوش ڳالهائي رهي هئي، جو ننڍڙي سنهي ٽڏي تي ويٺو هو.

”مس.“ هنجي چهري ۾ نهارڻ بنا، هنکان پڇيائين. ڇو ته هو اڃان منجهيل هو. ”مونکي توکان ڪجهه پڇڻو آهي.“ ”اهو ڇا آهي؟“

”خير اهو ڪو خاص سنجيده معاملو ناهي.“ هن لهجو مٺائيندي چيو.

”پر تون ڏس ته عورت جي زندگيءَ ۾ اهو بيحد ضروري معاملو آهي، جو هوءَ پنهنجو پاڻ مرد کي سونپي. تون او ٿو مي... ٻليءَ جي زندگيءَ جي بدلي. ڪنهن به طرح اها تنهنجي بيحد لاپرواهي هئي. او ٿو مي، هئي يا نه؟“ هن منٽ کن لاءِ ڳالهائڻ بند ڪيو. او ٿو ميءَ جي منهن تي مرڪ پکڙيل هئي پر هن ڪو به جواب نه ڏنو. فقط پنهنجي سيني سان لڳل ٻليءَ کي ٽڏڙا ڪيندي

رهي.

”تون ٻليءَ کي ايترو پيار ڪرڻ ٿي چاهين؟“

”ها، مان ٻليءَ کي ضرور پيار ڪريان ٿي.“ هن اڻ چٽيءَ طرح جواب ڏنو.

”پنهنجي مالڪ جي وفادار ۽ خدمت ڪرڻ لاءِ، تنهنجو پسگردائيءَ ۾ چڱو ناموس آهي. توکي خوف هو ته جيڪڏهن ٻلي مري پيئي ته توکي پنهنجي مالڪياڻي لاءِ نهايت افسوس ٿيندو؟“

”خير مان ٻليءَ کي پيار ڪريان ٿي ۽ اها به پڪ اٿم ته منهنجي مالڪياڻي مون لاءِ اهم آهي، پر مان ....“ پنهنجو منهُن ٿورو هڪ طرف جهڪائي هن ايئن ظاهر ڪيو، ڄڻ ته هن پري پٽي نهاريو.

”مان ڪهڙن لفظن ۾ بيان ڪريان؟ ڪنهن طرح مان ايئن محسوس ٿي ڪريان ته بس مونکي ايئن ڪرڻ گهرجي.“

ڪجهه دير ڪانپوءِ، بورچيخاني ۾ هو تنها ويٺو هو. هنجا هٿ سندس سٽيءَ جي پوشاڪ هيٺان گوڏن تي رکيل هئا. ان وقت هو ٻي خيالو ٿيو ويٺو هو.

برسات جي چٽڪاري جي وچ ۾ شام جو انڌيرو آهستي آهستي چوڌاري پکڙبو ٿي ويو. روشندان جي رسي ۽ نلڪي وٽ پاڻيءَ جو دلو، نظرن کان هڪ هڪ ٿي غائب ٿيندا پئي ويا. جڏهن ’بوئينو‘ جي مندر جا گهنڊ، جيڪي بادلن بند ڪري ڇڏيا هئا، زور شور سان وڄڻ لڳا. انهن جي آواز تي ڪيس ڄڻ ته عجب لڳو. هن پنهنجي اوسي پاسي نهاريو، جتي موت جهڙي خاموشي ڇانيل هئي. پوءِ هو نلڪي تائين هٿوراڙيون ڏيئي ٻهتو ۽ ٽانو ۾ پاڻي پريسائين.

”’شيبا بوروشڪيمتمسو‘ جنهن جو خانداني نالو، ’موراڪامي‘ جو ’مينا موٽو‘ جي قديم گهراڻي جو پٽ، جيئن مان آهيان، مون اڄ ڏک ڪاڏو آهي.“ ايئن ڪُر ڪندي ٻالي پيڻ مان لذت حاصل ٿي.

۲۹ مارچ ۱۸۸۹ع جي ڏينهن اوتومي ۽ سندس مڙس ڪي، سندن ٽن ٻارن سان گڏ 'يوئينو' جي وڻن واري سڙڪ تي گهمندي ڏٺو ويو.

اهو ئي ڏينهن هو، جنهن تي 'ٽٺڪينوٻائي'، 'يوئينو' ۾ ٽين قومي نمائش جي رسم افتتاح منعقد ڪئي ويئي هئي.

'يوئينو' پارڪ جي لنگهه جي چوڌاري ليار جون مکڙيون ٽڙيل هيون. اهڙيءَ طرح وڻن واري سڙڪ تي ماڻهن جي وڏن ميڙن جي ڪري هُل هنگامون ۽ ڪلهي گس لڳي پيئي هئي. 'يوئينو' جي طرف کان گاڏين ۽ رڪشائن جون قطارون هيون، جيڪي رسم افتتاح تان واپس گهر پئي آيون.

انهن گاڏين جي سوارن ۾ 'مسانامائيدا'، 'آڪيچي نگوچي'، 'ابچي سبوساوا'، 'شنجي سوجي'، 'ڪاڪوزو اوڪازورا' ۽ 'مسائو گيجو' جهڙا مشهور ماڻهو هئا.

هنجو وڏو پٽ سندس ٻانهن جهليو پئي هليو ۽ اوتوميءَ جي مڙس پنهنجي پنجن سالن واري پٽ کي ٻانهن ۾ کنيو هو ۽ هو پيادن ۽ گاڏين جي آمدرفت جي پيڙ جي وچمان اٽڪل سان رستو هٽ ڪندو پئي ويو. وقت بوقت هن منتظر نگاهن سان پوئتي اوتوميءَ ڏانهن به پئي نهاريو، جا پنهنجي نياڻيءَ کي هٿ کان وٺيو پئي آئي. هر دفعي اوتوميءَ هن ڏانهن چمڪندڙ مرڪ سان نهاريو پئي. ائين هو تہ وچ وارن ويهن سالن جي گذرڻ جي ڪري هن ۾ ڪجهہ بلوغت آئي هئي، پر هنجون اکيون اهڙيون صاف ۽ روشن هيون، جهڙيون پهرياڻين هيس. ۱۸۷۰ع ڌاري هن موجوده مڙس سان شادي ڪئي هئي، جيڪو 'فروڪوايا سيبيءَ' جو ڀائٽيو هو. هنکي پهرين يوڪوهاما' ۾ ننڍڙو واچن جو دڪان هو ۽ هاڻي 'ٽوڪيو' ۾ 'گنزا' گهٽيءَ ۾ هو.

اوتوميءَ مٿي نهاريو ۽ شنڪوءَ کي آرام سان ٻن گهوڙن واري گاڏيءَ ۾ ويٺل ڏٺائين جيڪا پرسان لنگهي ويئي. خاص طور هنجو ڌيان سندس سيني ڏانهن ڇڪجي ويو، جيڪو ڪيترن ئي عزت وارن تمغن سان جهنجهيو پيو هو. جن ۾ ڪي وڏا ۽ ڪي

نئيا وڏا تمغا هئا. سونهري زريءَ جون پٽيون ۽ مور جا کنب هئا. کينءَ به ان ۾ شڪ نه هو ته اهو لال پوريءَ ڏاڙهيءَ وارو منهن، جنهن ڏانهنس پٺي نهاريو، اهو اڳين فقير جو هو. خواهش نه هوندي به هن پنهنجا قدم ڊرا ڪيا، پر عجيب ڳالهه هئي، جو هنکي ڪو عجب نه لڳو. هنکي ڪنهن طرح معلوم ٿيو هو ته اهو فقير نه هو. جيئن سندس چهري، زبان ۽ پستول مان ظاهر هو. هن سندس منهن تي پنهنجي نظر کپائي، ارادي سان يا اتفاقي طور، هن به سندس منهن ۾ گهرائي سان پٺي نهاريو. انهيءَ لحظي، سندس وڃهن سالن اڳ واري ياد غم واري چتائيءَ سان آپري آئي. ان ڏورانهين ڏينهن، هن ٻليءَ جي زندگي بچائڻ خاطر، ناسمجهيءَ سان پنهنجو پاڻ هنجي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. ان وقت هنجو مقصد ڪهڙو هو؟ هوءَ چئي نه سگهي. اهڙيءَ حالت ۾ هو سندس جسم کي ڇهڻ لاءِ به پاڻکي نه مڃائي سگهيو، جيڪو هن سندس اڳيان پيش ڪيو هو. هنجو مقصد تڏهن ڪهڙو هو؟ هوءَ اهو به نه ٻڌائي سگهي. جيتوڻيڪ هوءَ ٻڌائي نه سگهي ته به اهو سڀ هن لاءِ بلڪل قدرتي هو. هنجي ڳاڏيءَ کان اڳتي نڪري پنهنجي دل کي سيني فڪرن کان آزاد محسوس ڪيائين.

جڏهن ڳاڏي اڳتي وڌي ويئي، او ڏوميءَ جي مڙس ماڻهن جي گهاٽي انبوه مان هنتي نظر وڌي، موت ۾ او ڏوميءَ مرڪندڙ نظر هن تي وڌي، ڄڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو.

---



”اسين وڏيرن کي عوام جو رت پيئڻ نه ڏينداسين.“ - وزير اعظم ڀٽو
(هڪ اخباري خبر)

▲ ۽ چوڏرين کي؟

سنڌيءَ جي برک ليکڪ

# الطاف شيخ

جي نون سفرنامن جو نئون مجموعو

# واديون وڏجارن جون....

## شايع ٿي ويو

- هانگ ڪانگ جي پراسرار راتين جا رنگين داستان
- پوڙهين جوانين جون رنگين ڪهاڻيون
هانگ ڪانگ ۾ سنڌي ثقافت.
- هانگ ڪانگ ايشيا ۾ انگريزن جي آخري ڪالوني

الطاف شيخ جي پهرين سفرنامن کان وڌيڪ دلچسپ ۽ وڏندڙ
۽ سو کان مٿي صفحا چئن رنگن ۾ تمام سهڻو ٽائيٽل

قيمت: ٥ رپيا، آچي ڪاپي ڏهه رپيا

گهرائڻ لاءِ لکو

محمد عبدالڪريم نيوز پيپر ايجنٽ
٤ــ گهٽي پڪو قلعو
حيدرآباد، سنڌ.

سهڻي پبليڪيشن
الهندو ڪچو
حيدرآباد، سنڌ.

گيت
نظم
نظم
نظم
غزل
نظم
وائي
وائي
غزل

# شعر

شمشير الحيدري
سرفراز راڄڙ
اِمداد حسيني
سرويچ سجاولي
الهه ورايو آڌاسي
آستان بخاري
ملڪ نديم
انور
خاڪي جوئيو

ڪڙو شاعر
سروپچندر "شاد"

## شمشير الحيدري — گيت

بوند بهار وه وا، موج ماهار وه وا،
گل ڦل گلزار وه وا، سهڻن جي سار وه وا.
ڪڪر قطاريا، ڪيت خماريا،
محبت ماريا، سائينءَ سنواريا؛
سرها سنگهار، مٽيادار، ڪن ڪيڪار وه وا....
دم دم ديدون، آسون اميدون،
اڪين عيدون، خوشيون خريدون؛
برهه بازار، هي وهنوار، ٿيا واپار وه وا....
سرتيون سهيليون، ڪٺي گهڙيليون،
صبح سويليون، نڪتيون نويليون؛
سورهن سينگار، جلويدار، هي ديدار وه وا....

## سرفراز راجڙ — نظم

تنهنجي يار ڇني آهي ملي،
ساري حقيقت پئي آهي کُلي.
لکيو اٿئي 'تون مڪار آهين،'
مان بدنام آهيان ساري ڳلي.
ڪوڙي ماڻهو ڪي ڇا لکجي،
پيار ۾ هئي جنهن چال چلي.
خاموش رهان ڪجهه نه ڪڇان،
فريب سهان تنهنجي پويان هلي.
ڇئي ڏسي آهيان مات سڄڻ،
ڪنهن ته چوريو تئي پڳلي؟
پنهنجي 'فراز' کي ٿي غلط چوين،
وڃريءَ جي تون ڳالهه ٻڌي.

سرويچ سڄاولي

## شورن واريءَ ڀل مٿي

ڪالهه ٻه ڀٽڙا ڪٽا، ويڙين ويل ڪيا،
شورن واريءَ ڀل مٿي.
سنڌين ڀنهنجيءَ سيني ۾، سهسين سور سٺا،
شورن واريءَ ڀل مٿي.
رهزن جي هن ريت سبب، اڄ مانجهي مير مُٺا،
شورن واريءَ ڀل مٿي.
ريٽي ريٽي رت ۾ تن، ڀُسيا ڀير ڀٽا،
شورن واريءَ ڀل مٿي.
’سرويچن‘ جي چائي چاٽج، آزاديءَ جا مينهن آٺا،
شورن واريءَ ڀل مٿي.

الهواريو ’اداسي‘

●

اڄ تہ پرين اڄ پيار جي پيڙ ۾ ناچو بنجي نچي ڏسون،
رسم رواجن جي ڀاچن جي اوٽ کان ٻاهر اچي ڏسون.
عشق جي آويءَ منجهہ ٻرندي، پر آخر ڪيسين اُف نہ ڪنداسين،
بره جي ٻاهہ ۾ پيڙا ٿي اڄ، مَچ جيان خود مچي ڏسون.
غم جي بحر کان ٻاهر نڪري قرب ڪناري آ تہ ملون،
سونهن سچائيءَ جي ساغر ۾ روحن سوڏا رچي ڏسون.
تاج محل جا خيال ڇڏي، ڪنهن جهرٽي پر ڪا جهوپڙي اڏيون،
ڪوجهيءَ ڪاک محل مان نڪري، سونهن چا آهي سچي ڏسون.
سوچ جي سيج تي صرف سمهڻ مان ڏُک نہ ڇڏيندا دلبر مُور،
عمل جي راه تي اڄ تہ ’اداسي‘ پورهيت بنجي پسي ڏسون.

## استاد بخاري

# نچڻي

خبر ٿئي ڪيتري سهڻي —
اکيون آهين تون چوري،
ڪسي ٿي دل وڃي زوري.

گلابي، چلڪڻي، سوڙهي —
مٿان پوشاڪ پائين ٿي،
گهٽا ئي گهوٽ گهائين ٿي.
خبر ٿئي....

او واسينگن رکڻ واري —!
ڪنڌيڙيل وار ناهين ٿي،
ته ڏينگا ڪوڙ ڏاهين ٿي.

چپن ڳاڙهي، اکين ڪاري —!
تون لالي چو لڳائين ٿي،
ڪجل ڇا لاءِ پائين ٿي.
خبر ٿئي....

هي باجي سان ۽ طبلي سان —
جي تنهنجي چير ڇمڪي ٿي،
ته محفل اور تڙپي ٿي.

نزاڪت، ناز، نخري سان —
جي تنهنجي چيلهه لچڪي ٿي،
ته محفل پيلهه لچڪي ٿي.
خبر ٿئي....

نچڻ واري نموني سان —
جي تون ٿي آڱريون چورين،
ته جهوناڳڙهه به ٿي جهورين.

جهنجهوڙيندڙ ۽ جهٽڪي سان —
جي تنهنجي ٿي ڇلي ڇاتي،
ته بس محفل سڄي ڪاتي.
خبر ٿئي....

اکهاڙي عشق جا گانا —
اکيان ٻيهي جي ڳائين ٿي،
ته پاڻيءَ کي جلائين ٿي.

وٺين ٿي جنهن مهل پئسا —
هٿن سان هٿ ملائين ٿي،
اجهاڻل کي دکائين ٿي.
خبر ٿئي....

ملڪ نديم

# وائي

سنڌ ته ڪڙمي، ڪڙمي سنڌ،
سنڌ ته محنت ڪار اوسائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار

رنگ محل جو راڳ نه سنڌڙي،
جهوپن جي جهونگار او سائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار

ڳوٺ ڳوٺ ۾ سنڌ ثقافت
شهرن ۾ چمڪار او سائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار

آزادي جي ديوي ٻڌندي،
پورهيت جي پڪار او سائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار

ڏاتن ڪي آواز ته ڏي تون،
اٿندا لک هزار او سائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار

سردارن مان پوتارن مان،
پيدا ٿيا غدار او سائي — سنڌ ته محنت ڪار او سائي
سنڌ ته محنت ڪار.

انور

# وائي

ڪي ڏينهن ٿيا ۽ مينهن پيا،
تو پنهنجي واڳ ورائي ناهي
من جي آڳ اجهائي ناهي.

تو ڪانگ لنوي تون آءُ پيا،
تو پنهنجي پريت نباهي ناهي،
من جي آڳ اجهائي ناهي.

جي مور نه سانگي ڏور هيا،
تن ڪائي ياد آئي ناهي،
من جي آڳ اجهائي ناهي.

هين سرءَ جي سانجهيءَ پور پيا،
مون پنهنجي تند تپائي ناهي،
من جي آڳ اجهائي ناهي.

سازن ۾ چا ناز نه هيا،
جن منهنجي دل گرمائي ناهي،
من جي آڳ اجهائي ناهي.

آ، سيڪ تون هتڙا سيءَ پيّا،
دکي اجا پئي، وسائي ناهي،
من جي آڳ اجهائي ناهي.

## خاڪي جويو

●

مظلوم آهيان، مجبور آهيان،
ڏک درد سان مان، ڀرپور آهيان.

سوريون سدائين، سنگساريون مون،
مان منڊ ڪان ٿي، منصور آهيان.

هر طلسماتي، مون ڪاڪ ڊاٿي،
مان مينڌرو ٿري، مشهور آهيان.

هر بربريت، ظلم و تشدد،
ناحق جي لڪ، ناسور آهيان.

مونکي پڙهي ڏس، مونکي ٻڌي ڇڏ،
مظلوم جو مان منشور آهيان.

اي سنڌ جيجل، تو سان رهندي،
مان ديس واسين، ڪان دور آهيان.

منهن جي حياتي، ڪنهن ٻي نہ ڇاتي،
هر روح ڪان مان، رنجور آهيان.

سمجهہ جي منهنجي، ڪوشش ڪري وٺ،
ساٿيهہ وارن جو سور آهيان.

’خاڪي‘ خدائي، الهام آهي،
هن ديس جو مان، دستور آهيان.

## سروپچندر ”شاد“

سروپچندر نالو، ’شاد‘ تخاص. ١٩٣٧ع ۾ مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. ١٩٥٩ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. ١٩٦٠ع ۾ انگريزيءَ ۾ آنرس ۽ ١٩٦٢ع ۾ انگريزي ادب ۾ ايم - اي ڪيائين. ١٩٥٤ع ۾ شاعري شروع ڪيائين. هن ڪافي شعر مهراڻ، روح رهاڻ، نئين زندگي ۽ سهڻيءَ ۾ ڇپيا آهن. هن وقت گورنمينٽ ڪاليج ٽنڊو محمد خان ۾ انگريزي ادب جو ليڪچرار آهي.

# ڪريل ٻُڙڪ

هي آ هڪڙو ٻُڙڪ ڪِرِيَل،
ڪجل ڳاڙهو هي پاڻيءَ جو،
هڪڙو آهي فقط ڦڙو،
جنهنجو ناهي ڪوئي مُل.

جڏهن اِهو ٿي ٻُڙڪ ڏٺيو،
پلڪن جي هنڌوري ۾،
بندرابن جي ڪُلين ۾،
ميران جو ڇڻ مَن هيو.

اک - ڪٽوريءَ ۾ لڙڪيل،
ائين لڳو ٿي ٻُڙڪ اِهو،
نٿ جو ڇڻ هو هُو موتي،
ارمانن جو تاج محل.

اڪڙين مان ھي لُڙڪ ڪِري،
ائين ميلي ويو مٽيءَ ۾،
جيجل ماءُ کان جيئن ھجي،
ھنجو لال ويو وڇڙي.

جنھنجو نـاھي جـيءُ جڙيل،
ساھـہ سيباڻي ساڻيھ سـان،
پنھنجي سر تي ڌرتي سان،
ھُو آ ھڪڙو لُڙڪ ڪريل.

جنھن جي ساڻيھ سان آ پريت،
گلڙن منجھ ھو آھي گلاب،
تـارن منجھ آ ھُو ماھتاب،
ھر ڪنھن من جو آھي ميت.

جنھنجو ناھ ساڻيھ سان پيار،
ھـو اک ۾ چـڀن آ ڪنڊر،
ھُن جـو مـوت خـواري آ،
جيئڻ ھُن جـو آھي ڌِڪار.

جنھنجي ساڻيھ سان ناھ دِل،
بيٺل پـاڻي جي ھُو باس،
سڙيل ميوي جـي بـدبـوءِ،
ھُو آ ھڪڙو لڙڪ ڪريل.

ھِي آ ھڪڙو لُڙڪ ڪِريل.

# وايون

(١)

نانگا پهرين ڇڇ،

لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

سِر جو سانگو لاهي، ڪفني پائي پِڙ ۾ آچ،
لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

ٻانهن تي هلءِ پل پل تون پروانن جان ٻچ،
لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

جيجي سرءِ مري مري جي، سوري سان سڄ،
لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

من مالهوءِ جو اُمت جوالا، ڪايا آهي ڪچ،
لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

جنهنجو هٿ تريءَ تي سِر آ، تنهنجو ساٿي سچ،
لوڪ توکي پوءِ ليکيندو!

(٢)

هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي،
تون آهين ارڏو، اربيلو، گهوٽ آهين اٽموٽ،
هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي،
ڏاڍ کي ڏيهه مان تڙي ڪيڻ لاءِ ڳيرو جنگوڻ جوٽ،
هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي.
راند جو سمجهي رڻ پومي کي سو آ ڳاڙهو گهوٽ،
هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي.
منزل تن جي ٻانهي آهي، چٽ ۾ جن کي چوٽ،
هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي.
نفرت جو ڇڏ ناڻءُ مٽائي، پيار جي ڪر پالوٽ،
هي ڪڙا، هي ڪوٽ، ڇا روڪيندا توکي.

پڙهندڙن جا خط

# تنقيد ۽ رايا

عبدالله بلوچ

پڙهندڙن وٽان

# سياسي انٽرويو

طارق اشرف

# تنقيد ۽ رايا

سان اوهانجي هن حق لاءِ سدائين وڙهندس،
تہ اوهين مون سان اختلاف راءِ ڪري سگهو.

—— والٽئر

■ 'سهڻي' جي مارچ واري پرچي ۾، ناصر موريائيءَ واري ڪهاڻي ڏاڍي پسند آئي. ڪهاڻي پوري خود اعتمادي، جرئت ۽ چٽائيءَ سان لکيل آهي. ڳالهہ کي فني وڪڙ ڏئي، اڻ چٽو ڇڏڻ جي راهہ نہ ورتي وئي آهي. هن لکڻيءَ مان اهو بہ محسوس ٿئي ٿو تہ لکندڙ جذباتي آهي. ■ هيءَ ڪهاڻي پڙهڻ ڪري پنهنجي سنڌ جي تاريخ جاڻڻ جو چاهہ جاڳي ٿو. پر مشڪل اهو آهي تہ سنڌيءَ ۾، سنڌي عوام جي سمجهہ جهڙي ڪا بہ صحيح، غيرجانبدار ۽ مڪمل تاريخ لکيل ڪانہ آهي. ■ سنڌ لاءِ، تاريخ جي شروعات کان وٺي، ڌارين جو مسئلو پيش رهيو آهي. ڌارين جي ڌرتيءَ مان تہ دلچسپي ٿيندي ڪانہ آهي. هنن جو مقصد هوندو آهي لٽڻ ۽ ڦرڻ. ان لاءِ هو ظلم، ڏاڍائي، مڪر، فريب ۽ منافقت کان بہ ڪم وٺندا آهن. ■ ڌارين جي لاڳيتي جنگ جهيڙي ۽ ڦر لٽ ڪري، سنڌ جي پوري ترقي ٿي ڪانہ سگهي آهي. ■ اڄڪلهہ جنهنکي 'سامراجيت' سڏيو ٿو وڃي، ان جو مطلب پڻ آهي ڌارين جو اصل ديس واسين جي اقتصادي پرماريت ۽ معاشي رت چوسڻ. ■ چين ڪوريا، ويٽنام، بانگلا ديش اهڙي سامراجيت خلاف لڙيا ۽ ڪٽنبائون. فلسطيني ۽ آفريڪا جا ڪي ملڪ، اهڙي سامراجيت خلاف لڙي رهيا آهن. ■ هتي بہ سامراجيت کان آجو ٿيڻ لاءِ لاڳيتي جدوجهد جي ضرورت آهي. ■ ڏيهي ظالم بہ ڌارين جا دلال بڻجي، وڏيڪ ظلم ڪن ٿا. تاريخ ۾ اسان ڏٺو آهي تہ اصل کان 'ڌاريا' هتي جو مسئلو پيش رهيا آهن. تاريخ اسان کي سبق ڏئي ٿي تہ 'ڌارين' جو مسئلو هاڻي هميشہ لاءِ حل ڪرڻ گهرجي.

اسان ۾ اهو ڪافي حد تائين شعور ۽ احساس جاڳيل آهي ته 'ڏارين' جو مسئلو هاڻي هميشه لاءِ طئه ٿيڻ کپي. ان ڪانپوءِ ئي هڪ منو ٿي، اسان ترقيءَ جي راهه تي راهي ٿي سگهنداسين، ۽ عوام سک، ۽ خوشين جا ڏينهن ڏسندو. ڌرتي ۽ ان جا ٻچڙا پاڻ ۾ هوندا. پنهنجي ڌرتي، پنهنجا ماڻهو، پنهنجا مسئلا، پنهنجي محنت. اسانکي پنهنجو ماڳ چٽو نظر ايندو. منهنجي ويچار موجب، ناصر جي ڪهاڻي اهو 'سنيهو' ڏئي ٿي.

— نجم عباسي، حيدرآباد

سهڻيءَ جو سالنامو ورتم. سالنامي ۾ شروع ۾ سنڌي شاگردن لاءِ هڪ حقيقي ۽ طنزيه ايڊيٽوريل پڙهي دل کي روحاني خوشي ٿي. ڪاش! اسانجا سنڌي شاگرد ڀائر ان طنز کي محسوس ڪن ۽ انجو صحيح احساس رکي ان تي عمل ڪن. ان ڪانپوءِ محترم نجم عباسيءَ جون ٻه دلفريب ۽ حقيقت آميز ڪهاڻيون پڙهي دل باغ باغ ٿي ويئي. آءٌ دلي طور هر ان سنڌي ترقي پسند اديب کان متاثر آهيان، جو حقيقت آميز دل جي جذبن کي قلم جي نوڪ سان پنن جي زينت بنائي ٿو. ان لحاظ کان آءٌ محترم نجم عباسيءَ کي سنڌيءَ جي عظيم ڪهاڻيڪارن مان هڪ ليکيندو آهيان ۽ سندس عزت هڪ بزرگ هستيءَ کان گهٽ نه ڪندو آهيان. سندس نئين ڪهاڻي 'شيشي ڀڳي، دليون ڳنڍجي ويون' هڪ انوکي عنوان سان، پيار ۽ محبت جي موضوع تي هڪ دلچسپ ۽ نصيحت آميز ڪهاڻي آهي. مشرقي پيار ۽ حسن جي لطيف جذبن جو اظهار جهڙي نموني ڪيو اٿن، اهو سندن فن جو ڪمال آهي. سندن ٻي ڪهاڻي 'ساڍيهه تائين سون تي' هڪ حقيقت تي مبني قومي ڪهاڻي آهي، جا پڻ سنڌي زبان جي سٺين ڪهاڻين ۾ سٺو اضافو آهي. ان ڪانپوءِ نسيم احمد ڪرل جي ڪهاڻي 'مساوات' وضوع جي لحاظ کان پڻ هڪ سٺي ۽ مقصدي ڪهاڻي آهي. باقي هڪ ڳالهه جيڪا دل ۾ اچي ٿي ته نسيم جي نئين ڪهاڻي خاص ڪري 'مڪسڊ گرل' ۽ 'مساوات' وغيره ۾ continuety ۽ Tempo جي لحاظ کان ۽ پڻ ٻوليءَ جي لحاظ کان 'ڪافر' 'گذريل

واردات' ۽ 'زماني جي گردش' وارو رنگ نظر نٿو اچي. [redacted] هاڻي آءُ ان ڪهاڻيءَ متعلق ڪجهه لکڻ چاهيان ٿو، جنهن مونکي تمام گهڻو متاثر ڪيو آهي ۽ جنهنکي پڙهي مان اوهانکي هي خط لکڻ لاءِ مجبور ٿي ويو آهيان. اها آهي 'درد جا ڏينهن، درد جون راتيون' جا منهنجي زندگيءَ جي هڪ ناقابل فراموش ڪهاڻي آهي. [redacted]
ادا سائين، هي خط ان ڪري توهان ڏانهن لکڻ لاءِ مجبور ٿي ويس، جو هي ڪهاڻي توهانجي لکيل آهي. جيڪڏهن مان اهو لکان ته هن ۾ منظور جو ڪردار توهان پاڻ آهيو ته شايد اهو غلط نه ٿيندو. چاڪاڻ ته ڪهاڻي هميشه زندگيءَ جي تجربن مان ڏي لکي ويندي آهي. ڪهاڻي جيتري وڏي هئي، اوتري دلچسپ ۽ اچا به دل ٿي چاهيو ته نه کٽي. ڪهاڻيءَ جي سڀ کان عظيم خوبي هئي حقيقت Reality . ان ڪي ڪهاڻي ڪانسواءِ ڪو ٻيو نالو ڏجي ته بهتر ٿيندو. ان ۾ زندگيءَ جي لطيف جذبات ۽ تلخين جو نچوڙ سمايل آهي. اها اسان مان هر ڪنهنجي ڪهاڻي آهي ۽ جيئن زندگيءَ ۾ ٿيندو آهي، جيئن توهان لکيو آهي، ان ۾ جي توهانکي منظور چئجي ته فيروز ڪو ٻيو هوندو. ممڪن آهي ته آءُ ڪنهن منظور لاءِ فيروز هجان يا جي منظور مان آهيان ته ڪو مون لاءِ فيروز هجي. توهانجا فيروز جي ڪردار متعلق لکيل ٻه صفحا، هڪ دوست جي صحيح تصوير پيش ڪن ٿا. ان ڪانپوءِ ياسمين جو ڪردار ته اسان مان هر ڪنهنجو Ideal آهي. سچ پڇو ته ايترو شاندار روماني ۽ نصيحت آميز پلاٽ لکڻ تي توهان کيرون لهڻو، جنهن ۾ اسانجي معاشري جي ڪافي پيچيده مسئلن کي ڪنيو ويو آهي. مثال طور: معاشري ۾ استاد جي عزت ۽ انجا فرض. اديب جي معاشي مجبوري، احساس ڪمتري، خوداعتمادي ۽ سڀ کان وڌيڪ، محبت ۽ محنت سان مقصد حاصل ڪرڻ، جيڪي ڪاميابيءَ لاءِ لازمي آهن.
[redacted] آءُ سنڌي ادب ۾ نجم عباسي ۽ آغا سليم جي حقيقت نگاريءَ جو تمام گهڻو قائل آهيان، پر هن ڪهاڻيءَ ڪانپوءِ اهو لکڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي ته توهانکي سنڌي ڪهاڻيءَ جي دنيا ۾ حقيقت جو شهزادو ( Prince of reality ) چئجي. هاڻي توهان چوندا ته

مون تنقيد ڪرڻ بدران اجائي تعريف ڪئي آهي ته پوءِ توهان پاڻ ئي پنهنجي ضمير کان پڇندا ته ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙي ڪمي آهي جنهن تي تنقيد ڪجي، هڪ بهترين ڪهاڻيءَ لاءِ چئن ڳالهين ڏانهن سخت ڌيان ڏبو ١ – موضوع ٢ – حقيقت ٣ – لفظن جي جوڙ جڪ ۽ ٤ – تسلسل. خدا جي فضل سان توهانجي ڪهاڻيءَ ۾ چارئي عنصر موجود آهن. باقي جي ڪنهنجي خوبين جو اعتراف اجائي تعريف آهي ته پوءِ جيئن توهانجي مرضي. آءٌ فخر سان چوان ٿو ته اسان سنڌيءَ جي هيءَ ۽ اهڙيون ٻيون ڪهاڻيون اردو ۽ ٻين ٻولين جي مقابلي ۾ شان سان پيش ڪري سگهون ٿا. آخر ۾ عقيدت ڀريا سلام قبول ڪندا.

— محمد شريف شيخ انجنيئرنگ يونيورسٽي لاهور.

■ سڀ کان اڳ اوهانکي مبارڪباد ٿو ڏيان ته اوهاو 'سهڻيءَ' ۾ 'سياسي انٽرويو' جو سلسلو شروع ڪري سنڌ ۽ سنڌين جيهڪ اهم ضرورت ڪي پورو ڪيو. ■ اوهان شروع ۾ لکيو آهي ته: ڪنهنکي سنڌ پنهنجي مفاد کان وڌيڪ عزيز آهي. سائين، اها هڪ ڳولها ٿيندي، ڪجهه ماڻهو ته آهن، پر شايد اهي اوهانکي وزيرن يا ميمبرن منجهان نه ملن. ■ سائين منهنجا، مير علي محمد ٽالپر ڪي دانشور ۽ مفڪر سڏائڻ جو ڏاڍو شوق آهي ۽ هو ان ڪري سنڌي زبان يا سنڌين جي فائدي ۾ ڳالهائيندي ٽتائيندو آهي ته متان سندس اميج (Image) نه خراب ٿئي. ■ اسانوٽ اميج ناهڻ لاءِ 'جنگ' ۽ اڙدو رسالا آهن، پوءِ مير صاحب ڪيئن تو رئيس امروهوي تي تبصرو ڪري يا ريڊيو ۽ ٽيليويزن نان سنڌي پروگرام جو تاثير وڌائڻ متعلق ڪو يقين ڏئي. ■ ادل، مير صاحب ڪڏهن به قومي اسيمبليءَ ۾ سنڌ ين جي ڪنهن حق تي نه ڳالهايو آهي. پورا ٻه ورهيه اسلام آباد ۾ اسٽيٽ بئنڪ جي ايئر ڪنڊيشنڊ بلڊنگ ويندو رهيو، مولانا شاه احمد نورانيءَ ۽ پروفيسر غفور سان گڏ چانهن پيئڻ ۽ لکنوي انداز ۾ ٽهڪ لڳائڻ کان علاوه ٻيو ڪهڙو ڪم ڪيو اٿس؟ ■ سائين، هو نقلي دانشور آهي. ٻيو

ڪجهه به نه. ■ مير صاحب چئي ٿو ته پٽو صاحب ڪم نٿو ڪرڻ ڏئي. اوهانکي ڪيڏيءَ مهل ۾ چو روڪيو اٿس؟ پٽي صاحب تي تنقيد ڪيو ٿا، پر ڪڏهن اوهان سنڌين لاءِ گهري ته ڏسو. ■ اوهان مير صاحب کان لڳاتار اهي سوال.ڪيا ته ريڊيو ۾ ٽيليويزن تان سنڌي زبان کي سندس جائز حق ڏنو وڃي. اوهانجا سڀ سوال ڪاٺي ويو ۾ پاسيرو جواب ڏنائين. ڀلا جيڪڏهن اها گهر ڪري ته پوءِ هنکي پٽي صاحب جو پڙ آهي يا رئيس امروهوي گروپ ۾ 'جنگ' وارن جو؟ ■ مير صاحب پنهنجي لائبريري ۾ Collections جو ڀڏي ڏاڍو خوش ٿيند و آهي. اسانکي خبر آهي ته سندس تعريف ڪندڙ ڪير آهن ۾ چو پيا ڪن. آزمائش خاطر پنهنجي لائبريري جا ڪتاب اڙدوءَ بجاءِ سنڌيءَ ڪري ڏسي. ■ ان کان وڌيڪ پيو کهڙو افسوس ڪجي جو مير صاحب کي پيپلز پارٽيءَ کان جميعت علماءِ پاڪستان به سٺي پارٽي ٿي لڳي! ■ مان رڳو هڪ عرض ڪندس، سائين، اوهان اُئين تفصيلي انٽرويو وٺندا رهو. اسان اوهان سان آهيون. اسانکي به ڏسڻو آهي ته ڪنهنکي سنڌ پنهنجي مفادن کان وڌيڪ عزيز آهي. ■ منهنجو ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو ڪونهي، فقط هڪ سنڌي جي حيثيت جي ۾ لکيو اٿم.

— م — ش، لاڙڪاڻو

■ ادا طارق، اسانجي پسند جي هن ماهوار سهڻيءَ جو نالو زائفاڻو رکيو اٿو. پوءِ سهڻيءَ بابت راءِ لکڻ چڙو مرد پاڙرن کي حق چو فرض ڪيو اٿو. اسان ٻنهي پيئرن ڪجهه مهينا اڳ سهڻيءَ جي سالاني بابت خط لکي پنهنجي راءِ کان توهان کي آگاهه ڪيو هيو ن، پر توهان ان خط کي رديءَ جي ٽوڪري حوالي ڪري ڇڏيو هو، سهڻيءَ جو خاص نمبر پڙهي ڀيهر خط لکڻ ڪانسواءِ رهي نه سگهيوسين اميد ته هن ڀئي خط کي جاءِ ملندي. ■ سهڻيءَ جي خاص نمبر ۾ ڇپيل سڀ مواد سٺو آهي. ڏيهي ڪهاڻين ۾ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻي 'شيشي پڳي دليون ڳنڍجي ويون؟' طارق جي

ڪهاڻي 'درد جا ڏينهن درد جون راتيون؟' مشتاق شوري جي ڪهاڻي 'پگهل ٽٽل ليڪا' ۽ خليل قاضيءَ جي 'پيو رستو' ايڏيون نه وڻيون جو ساراهه ڪرڻ جي نه قلم ۾ طاقت آهي، نه ئي وري لفظ ٿا ملن. اسانجي پاران انهن چئني ڪهاڻين جي ليکڪن کي دلي مبارڪون هجن، سچ ته اهي ڪهاڻيون سچي سهڻيءَ جي سونهن هيون ۽ طارق جي ڪهاڻيءَ کي ڪهاڻي چوڻ سچ ته نٿو سونهي، ڇو ته ڪهاڻي پڙهڻ سان ڇڻ ته ناول ئي محسوس ٿيو، جيڪڏهن اهو هڪ ننڍو ناول هجي ها ته سٺو، هوندن ته اڳ ۾ ئي اسانجي عظيم سنڌي ادب ۾ سنڌي ناولن جي گهڻي کوٽ آهي، خاص نمبر ۾ سنڌ جي عظيم ليکڪن آغا سليم، مهتاب محبوب ۽ تبسم مهتاب قريشي جون ڪهاڻيون نه ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو، اهو پڙهي خوشي ٿي ته جولاءِ ١٩٧٤ جي سهڻيءَ ۾ نسيم احمد کرل تي نمبر ڏئي رهيا آهيو. توهان سال سال ۾ سهڻيءَ جو هڪ ليکڪ تي نمبر ڪڍي سچ ته سنڌي رسالن ۾ هڪ نئين ۽ سٺي روايت جي شروعات ڪئي آهي. توهان ان عظيم ڪارنامي تي کيرون لهڻون.

**—نيلمان نسيم پاڳي ۽ نرگس ناز، شهدادپور سنڌ**

■ مارچ جي سهڻي واري پرچي ۾ تنهي قيدين يوسف جکراڻي، شاهنواز شاهه ۽ اسرار سرکي جو خط شايع ٿي چڪو آهي. جنهن اهو بي ڌر طرفان واقعي ڪانپوءِ پهريون دعو اظهارُ آهي. ان خط جي پڙهڻ سان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ملزمن تي جيڪي خوفناڪ قسم جا الزام لڳايا ويا آهن. انهن جو بنياد ڪوڙ تي رکيل آهي. خط ۾ ٻه ڳالهيون اهم آهن. ■ ١ - جنهن ڪمري نمبر ٣٥ ۾ واردات ڄاڻائي وڃي آهي اهو هڪ ته ڪنهنکي به الاٽ نه ٿيل آهي ۽ ٻيو ته جيڪي فوتي يا زخمي آهن سي پڻ هاسٽلن ۽ ڪمرن سان واسطو رکن ٿا. سوال اٿي ٿو ته اهي اتي ڪيئن آيا ۽ ملزمن کي زخمي ڪنهن ڪيو، انهن کي هن مهل تائين گرفتار يا ظاهر ڇو نه ڪيو ويو آهي. ڇا ملزمن تي حملو ڪرائي هڪ تير سان ٻه شڪار ته نه ڪيا ويا آهن؟ ■ ٢ - ان واقعي کي ڇهه مهينا گذري چڪا آهن پر ملزمن کي اڃا تائين ڪورٽ آڏو پيش ڪرڻ بجاءِ

رماند تي رهايو پيو وڃي. انهن کي ڇو ڪورٽ آڏو پيش نہ ٿو ڪيو وڃي تہ جيئن هو معاملي ۾ پنهنجي پوزيشن کي واضع ڪري سگهن.
—**روات سنڌي**، حيدرآباد

■ مارچ ٧٤ع جي سهڻيءَ ۾ ناصر مورائيءَ جهڙ کن لاءِ آغا سليم جي سارنگ ۾ ماڏڪ جي ياد ڏياري ڇڏي. وقت جو سڏ آ اسانکي ان ڪهاڻيءَ ۾ ڏنل تہ اڄ اسان متحد ٿيون. اسان شال شاگردن کي سمجهہ اچي. ■ نجم عباسي تمام گهڻو ٿو لکي. ائين ناهي تہ مونکي ساڻ ٿو لڳي تہ گهڻو ڇو ٿو لکي. هيءَ ڪهاڻي پسند پئي. ڇو جو اهي ئي احساسات سمايل آهن، جيڪي واقعي اديب جي ترجماني ڪن ٿا. سواءِ انٽرويو جي ٻي ڪا خاص تبديلي سهڻيءَ ۾ ڪانہ آندي اٿو. جڏهن سهڻيءَ ۾ ايتري تبديلي آندي آٿو تہ پوءِ ڪهاڻين مٿان ڇتر ڪاري ڪرايو. ■ مير صاحب کان ورتل طويل انٽرويو، وڻندڙ ۽ دلچسپ هو. پڙهندي پڙهندي ائين لڳو، ڄڻ جلدي کپي ويو. مير صاحب، سوالن جي جوابن ۾، گهڻن هنڌ، حقيقت کان منهن موڙي ويو آهي. جيئن (١) نعيب منشور تان قري وئي آهي. تنهن لاءِ اوهانجو ڪهڙو خيال آهي؟ (٢) اوهانکي خبر هئي تہ اسلامي سوشلزم ڪونہ ايندي تہ عوام کي اُن کان آگاه ڪيو ها؟ (٣) اوهانجو خيال آهي تہ سنڌي زبان کي جائز حق مليل آهن؟ (٤) سنڌي زبان جي ڀلائيءَ لاءِ اوهان ڪجهہ ڪيو آهي؟ يا ڪو اهڙو پروگرام آهي؟ ■ گهڻو حصو سياسي سوالن سان ڀرُ آهي. پر گهڻا سوال سنڌ تي هجن تہ بهتر. سلسلو ڪارائتو آهي. ڏسجي، اڃان تہ ڀهرين ڪڙي هئي. ■ شعرن ۾ ادل سومري جي وائي دل ۾ ڇپي وئي. مارچ موٽي آيو. پر اتحاد اسانجو ٽڪر ٽڪر هو. ■ ٽڪر ٽڪر اتحاد جي ڪري ئي ٤-مارچ ميموڪل نہ ڪئي وئي. رکو ڀهريون سال (شايد ممتاز جي ڏينهن ۾) پر هينئر ٤ مارچ وسري وين. ■ نوان ڪتاب گهڻي تعداد ۾ ڇپجي رهيا آهن. تبصرو جلدي ڏيو. ■ انگريزي ڪهاڻي ولبرام ولپ خاص ڪري سڻي ٿو ترجمو ڪري.

—**شبير سومرو**، خيرپور ميرس.

■ سهڻي مارچ جي ملي اميد هئي ته ۴ مارچ نمبر ڪيندؤ پر ڏک ٿيو جڏهن نمبر نه ڏٺم . ■ ايڊيٽوريل هميشه وانگر سچ تي مبني هو ۽ اڳي کان اڳرو پڻ ، اهو پڙهي ڏاڍو ڏک ٿيو ته سهڻي تي وري ڪيس داخل ڪيو ويو آهي. حڪومت کي شل ڏڌي ساڃهه ۽ عقل ڏئي جو سوچ کان ڪم وٺي پر ان ۾ اها اميد اجائي آهي. اوهين پنهنجو ڪم ڪندا رهو. ■ خليل قاضي جي پهرئين ڪهاڻي تي ايڏي واويلا ٿي آهي ته ٻي ڪهاڻي 'ٻيو رستو' ته سمجهه مچائي ڇڏيو هوندو. ڌڻي توهان ڏي خير ڪري. ■ مارچ جي سهڻي جي شروعات ۾ ناصر-مورائي جي ڪهاڻي پڙهيم. اصل وڏ وجهي ڇڏيائين. ڪهڙي نه ڀرپور نموني تاريخ جو وسريل ورق ورجايو اٿن . هميشه هڪ ڪهاڻي تاريخي پس-منظر ۾ ڏيندا ڪريو. ناصر مورائي ڏاڍو سٺو لکي ٿو. سندس لکڻي ۾ اثر به ڏاڍو آهي، اصل وار اُڀا ٿي وڃن ٿا. ■ نجم عباسي جي ڪهاڻي به چڱي هئي ، هن حقيقت کان چڱي نموني واقف ڪرايو آهي. آڳاٽي ادب مان ڪهاڻي ڏيندا آهيو. اهو سلسلو سٺو آهي، جيئن نون پڙهندڙن کي به خبر پوي ته اڳي ڇا لکيو ويو آهي. ولي رام ولڀ جو ترجمو چڱو ڪيل هو. باقي سائنسي ڪهاڻي سمجهه ۾ ڪونه آئي. ترجما گهٽ ڏيو ته چڱو. خطن جو سلسلو چڱو آهي. خطن ۾ سياست نه هجي ته چڱو. وڌيڪ مالڪ آهيو.

**—قاسم ٻگهيو سچڻ سنڌي**

باڊه - ضلعو لاڙڪاڻو- سنڌ

■ ادا توهان جيڪو انٽر ويو جو سلسلو شروع ڪيو آهي سو تمام گهڻو پسند آيو، نجم عباسي جي ڪهاڻي نه بور ڪري ڇڏيو. البت ناصر مورائي جي ڪهاڻي تمام گهڻي پسند آئي. ترجمو ٿيل ڪهاڻن ۾ ڪو خاص مزو ڪونه هو. آسانند مامتو راء جي ڪهاڻي به ڏاڍي سٺي هئي .

**—نسرين جتوئي** حيدرآباد سنڌ .

■ اسانجي ٻرک سنڌي اديبن ۽ شاعرن ۾ عام طرح اهو رحجان پاتو وڃي ٿو ته، هو ترقي پسند ۽ تخليقي ادب کي نعري بازي ۽ سياسي چاڙي بازي سڏين ٿا. ٿي سگهي ٿو، ڪي ماڻهو رڳو اهو

چون، تہ مان تہ ادب جي وقتي اضافي ۽ هنگامي قدرن تي بحث ڪري رهيو آهيان. ادب جا ڪجهہ دائمي ۽ ابدي قدر بہ ٿيندا آهن. مان فقط هڪ ابدي قدر کان واقف آهيان ۽ اهو آهي لڇڪ. انسان جي سماجي زندگيءَ ۾ لڇڪ مونکي ادب جي ارتقا جو هڪ لازمي قدر معلوم ٿئي ٿو. ۽ اهوئي هڪ دائمي قدر اهڙو آهي، جنهن جو وجود مان خوشيءَ سان قبول ڪري سگهان ٿو. باقي ٻيا جيترا بہ قدر آهن، اهي انسان جي حواسن ۽ ان جي احساسات جي دائري اندر رهي ڪري بدلجندا رهندا آهن. ۽ تنهن ڪري اهي دائمي نہ، پر اضافي، وقتي ۽ هنگامي آهن. ڪجهہ ماڻهو عشق کي هڪ دائمي قدر سمجهن ٿا، پر مان انهن جي خيالن سان متفق ناهيان. ڇاڪاڻ تہ عورت ۽ مرد جي محبت ۾ بہ انقلاب ايندا رهندا آهن. ٻارهين صديءَ جو عشق، ويهن صديءَ جي انسان جو عشق نٿو ٿي سگهي. پٿر ۽ ڌاتوءَ واري زماني کان وٺي موجوده مشيني دور تائين، عورت ۽ مرد جي ڳنڍيل تعلقات تي نظر وجهجي تہ اسان کي ان ۾ برابر لڇڪ، ارتقا ۽ وڏي تبديلي ڏسڻ ۾ ايندي. ۽ هاڻي مختلف سماجي ماحول ۾ انساني عشق جا مختلف قدر ڏسڻ ۾ ايندا. شاديءَ کان پوءِ، ۽ شاديءَ جي رسمن ۽ رواجن ۾، گهر ۾، گهر کان ٻاهر ٻچن جي سنڀال ۾، جائداد ۾، مٽي مائٽيءَ ۾، ڳنڍيل سوچ، ڄاڻ ۽ ڳنڍيل عمل ۾، مطلب تہ زندگيءَ جي هر لحظي ۽ هر گهڙيءَ ۾ عورت ۽ مرد جي ڳنڍيل محبت ۾ برابر لڇڪ نظر ايندي ۽ ان جون مختلف ۽ جدا جدا صورتون ڏسڻ ۾ اينديون. انساني تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ انساني سماج ۾ عورتون مردن جون غلام هونديون هيون ۽ انجي ابتڙ ٻئي سماج ۾ مرد عورتن جا غلام. ڪنهن سماج ۾ مرد ملڪيتن جا مالڪ آهن، تہ ڪنهن سماج ۾ عورتون ۽ جيڪڏهن اقتصادي حالتون سازگار آهن، تہ عشق جيئرو رهي ٿو، ۽ جيڪڏهن حالتون سازگار ناهن تہ عشق پنهنجو موت پاڻ مري وڃي ٿو. مرد هڪ عورت کانپوءِ ٻي عورت سان شادي ڪري ٿو، ۽ عورت محبت ۾ آپگهات جي ناڪام ڪوشش کانپوءِ ڪنهن ٻئي مرد سان شادي ڪندي آهي ۽ چار پنج بار ڇڏيندي آهي. جيئن

ته مٿي چيو ويو آهي ته محبت جا قدر هميشه بدلبا رهندا آهن ۽ انهن ۾ هميشه لچڪ پيدا ٿيندي آهي. زندگيءَ ۾ هر عورت ليليٰ يا سهڻي ناهي ۽ نه هر مرد مجنون ۽ ميهار. تنهنڪري ادب ۾ هر قصو ليليٰ مجنون يا سهڻي ميهار جو ٿي نٿو سگهي. حقيقت اها آهي ته هن دنيا ۾ فقط ڦيري، تبديليءَ ۽ لچڪ کي ئي دائميت حاصل آهي ۽ نه ڪنهن ٻي شيءِ کي. هاڻي ڏسڻو اهو آهي، ته ترقي پسند اديب ۽ جن تي نعري بازيءَ جو ليبل لڳل آهي. اهي آخر چاهين چا ٿا؟ ■ هو چاهين ٿا ته سنڌ جو نئون ۽ جديد ادب، اسانجي زندگيءَ جي بنيادي مسئلن کي پنهنجو موضوع بنائي. ۽ اهي مسئلا آهن، بک مفلسي نابرابري يعني ننڍ وڏائي ۽ سياسي غلاميءَ جا مسئلا. اسان انهن سڀني آثارن کي ننديون، جيڪي اسانکي لاچاري سستيءَ وهم پرستيءَ ڏانهن نين. اسان ڏانهن سڀني ڳالهين کي، جيڪي اسانجي تنقيدي قوت کي اڀارين ٿيون ۽ رسمن ۽ ادارن کي عقل ۽ سمجهه جي ڪسوٽيءَ تي پرکيل ٿيون، تن کي لچڪ ۽ ترقيءَ جو رستو سمجهي قبول ڪيون. مثال لاءِ هتي محترم نياز همايوني صاحب جيءَ سوجهري (فيبرويءَ واري پرچي) کي ڏنل انٽرويوءَ مان ڪجهه سٽون ڏجن ٿيون: ’وقتي يا هنگامي شاعريءَ کي پنهنجا قدر آهن. اهڙي قسم جي شاعري حال جي ترجماني ڪري، انسان کي اونداهي ماحول مان ڪڍي، روشنيءَ جي ڳولا خاطر هلچل لاءِ هر ڪائي ٿي، جنهنجي نتيجي ۾ ذهني جاڳرتا جا اهڃاڻ اڀرڻ لڳن ٿا ۽ هڪ انقلابي تحرڪ جنم وٺي ٿي، جا قوم جي زندگيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيندي آهي- انجي پيٽ ۾ دائمي شاعريءَ جا قدر، ماضيءَ جي تجربي ۽ ورثي جي آڌار تي، حال جي واردات دهرائي، قوم جي آئيندي جي سرواڻيءَ جو ڪم ڏين ٿا.“ ■ مٿي ڏنل سٽن مان چڱيءَ طرح سمجهي سگهجي ٿو، ته ڪهڙو ادب ۽ ڪهڙا قدر قومن لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندا ۽ قوم کي بدحاليءَ، پستي ۽ سياسي غلاميءَ مان آزاد ڪرائيندا، ۽ تفريح جو باعث ۽ قوم لاءِ هاجيڪار ثابت ٿيبندا. اسان وٽ جن برک ليکڪن کي نعري باز سڏيو ويو آهي، انهن ۾ شيخ اياز، انور، تاج بلوچ ۽ آمر جليل جا نالا مٿيرا

آهن. سهڻيءَ پاران نڪتل جليل نمبر ۾ محترم نسيم احمد کرل، محترم طارق اشرف ۽ محترم آغا سليم صاحب جن، پنهنجن مضمون ۽ راين ۾، امر جليل کي نعري باز ليکڪ لکيو آهي. انهن صاحبن جي خدمت ۾ عرض آهي ته جنهن ڏينهن انسان پنهنجي سماج، پنهنجي ادب ۽ پنهنجي تخيل ۾ لچڪ، ڦيري ۽ انقلاب جو مات نه ڏنو ته هو به ميٽجي ويندو. انهن جانورن جيان، جيڪي اڄ کان هزار سال اڳ موجود هئا، پر ارتقائي عمل جي پيروي نه ڪرڻ سبب تباهه ٿي ويا. ان ڪري اسان ڪنهن اهڙي منجهيل، غير واضح ۽ ابدي قدر جي قابل ناهيون. ادب ۾ ابديت هڪ وقلائيندڙ فلسفو آهي. مونکي ته ان امر ۾ اعتراف ڪرڻ ۾ ڪابه ڏکيائي نه ٿي لڳي ته اسان ابديت ۽ ابدي قدرن جا پوڄاري ناهيون، اسان ته گهڙي جا شاعر آهيون، گهڙيءَ جا ڪهاڻيڪار آهيون. اها گهڙي جيڪا هائي آهي، اها گهڙي جيڪا ڪڏهن هئي ۽ اها گهڙي جيڪا ايندي. ٽئي گهڙيون هڪٻئي کان مختلف آهن، ۽ هڪ ٻئي سان واسطو رکندڙ پڻ. جيئن ٻج زمين ۾ ۽ گل جا پتا هوا ۾ رهندي به هڪ ٻئي کان مختلف آهن ۽ هڪ ٻئي جي ويجهو پڻ. اسان ان زندگيءَ جا پوڄاري آهيون جيڪا لچڪدار آهي ۽ نه بيٺل. جيڪا جيئري آهي، ۽ نه مئل. جيڪا لچڪدار آهي، ۽ نه موت وانگر سبتيل. [redacted] ماڻهو جنهنکي حسن چون ٿا، اهو لچڪ جي ئي هڪ شڪل آهي. ۽ جيڪڏهن حسن جي تخليق ئي ادب جو طريقو آهي ته ان جي تخليق گهٽ ۾ گهٽ انهن اديبن کان ته نه ٿي سگهندي، جيڪي دائمي قدرن جي پويان هٿ ڌوئي پيا آهن. ۽ پنهنجي ذهن جي غير سماجي، سهڻي محل ۾، پنهنجي بيٺل تخيل جي دائري ۾ هڪ فرضي ۽ منجهيل، غير حقيقي فاسفي جي تشڪيل ۽ ترتيب سان، هڪ جيئري، لچڪدار ۽ توانائي ادب جي پهاڙ کي روڪڻ چاهن ٿا. اهي ماڻهو ادب جو ناتو عوام (هاري، مزدور، پورهيت وغيره) کان ٽوڙڻ جي ڪوشش ۾ آهن، ۽ ان کي ادب جي لفظي حصي ۾ قيد ڪرڻ چاهين ٿا. اهو ادب عوامي نه پر سرمائيدار ۽ هڪ مخصوص طبقي لاءِ لکيو ويندو آهي. عوام کان منهن موڙي ۽

عوام جي جذبن کي نہ سمجهندي، اهو بہ نہ چاهيندي، تہ عوام سوچي ڇا ٿو؟، اوڊي ڇا ٿو؟، رهي ڪيئن ٿو؟ ۽ محبت ڪيئن ٿو ڪري؟، انهن سيني جيئرين حقيقتن کان پري ٿي جن ۾ زندگيءَ جون خوشيون ۽ ڏک درد لڪيل آهن. انهن کان پڇي، پنهنجي خالي کوکلي ذهن جي اونداهي ڏار ۾ لڪي، اسان ڪيئن ان ادب جي تخليق ڪري سگهنداسين، جيڪو انسان لاءِ خوشيءَ جي معراج آهي. ■ زندگيءَ کان پڇي نہ، پر هنجي بي قرار، هر گهڙيءَ بدلجندڙ زندگيءَ جي وچ ۾ بيهي ڪري، هنجي ڪشمڪش ۽ ڇڪتاڻ ۾ حصو وٺندي، اسان سچائيءَ ۽ حسن ۽ خوبصورتيءَ جي ترتيب ۽ طور طريقن کان واقف ٿي سگهون ٿا. هڪ سچي ادب، هڪ سهڻي ادب، هڪ خوبصورت ۽ تواني ادب جي تعمير ڪنهن بہ ٻئي ڍنگ سان ممڪن ٿي نہ ٿي سگهي. ■ مون مٿي جيڪو ڪجهہ لکيو آهي، اهو جيئن سمجهہ ۽ عقل آهر سوچيو ۽ محسوس ڪيو اٿم، اوونئين لکيو اٿم. جيئن تہ مان ادب براءِ ادب جو نہ، پر ادب براءِ زندگيءَ جو قائل آهيان. تنهنڪري ڪنهن بہ اديب ڀاءُ يا پڙهندڙ ڀاءُ کي غلط مقصد وٺڻ نہ گهرجي. —**رفيق سومرو، سکر**

■ سهڻي جو فيبروري پرچو پڙهيم. 'سنڌي ادب ۽ سنڌي انعام' متعلق لکيل ايڊيٽوريل بلڪل حق بجانب آهي. سنڌي اديبن سان ايڏو ظلم- ظلم جي حد آهي. هن سال تہ ڪنهن بہ سنڌي ڪتاب کي رائيٽرز گلڊ طرفان انعام نہ ڏنو ويو آهي. ان ڪري بهتر ائين ٿيندو جو سنڌي اديب پنهنجون تصنيفون گلڊ کي انعامي مقابلي واسطي نہ موڪلين. ■ نجم عباسي جي لکيل ڪهاڻي هڪ فحش ڪهاڻي جي حيثيت رکي ٿي. اهڙيون ڪهاڻيون شايع ڪري سهڻي جي معيار کي ڪيرائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي تہ چڱو ٿئي. گوبند جي ڪهاڻي 'سرد آهون' ۽ ٻيون ترجمو ٿيل ڪهاڻيون پنهنجو مٽ پاڻ هيون. ■ شاعري جي ڀاڱي ۾ هر ڪنهن پنهنجو پاڻ چڱو موکيو آهي. پير مظهر جي لکيل خط مان صحيح حالتن جي پلي پٽ پروڙ پئجي سگهي ٿي- سائينز- غلام مصطفي شاهہ ڪانپوءِ يونيورسٽي سچي لڳي رهي آهي. —**امولک اداس ڏري**، ٽنڊو جان محمد

طارق اشرف (انٽرويو)

# عبدالله بلوچ

سهڻيءَ ۾ هي پهريون سياسي انٽرويو آهي. سياسي انٽرويو ڏيڻ سان اسانجا ٻه ٽي مقصد آهن. پهرين ڳالهه اِها ته ڪهڙي سنڌي ليڊر کي پنهنجي مفادن کان سنڌ جا مفاد عزيز آهن. پيو ته سنڌ سان جيڪي زيادتيون ۽ حق تلفيون ٿي رهيون آهن، يا ٿيون آهن، اهي روبرو انهن تائين پهچايون. انهن جي خيالات کي سنڌ جي عوام آڏو پيش ڪريون. ۽ اهي پنهنجي انٽرويو ۾ جيڪي واعدا ڪن ٿا، ڏسجي ته آهي پورا به ڪنٿا، يا ٺلهيون ڳالهيون ڪيائون.

گذاريل دفعي مير علي احمد خان ٽالپر جو انٽرويو ڏنو ويو هو. ۽ هن دفعي عبدالله بلوچ جو. اسانجو پروگرام اِهوآهي ته هڪ دفعي حزب اختلاف ۽ ٻئي دفعي حزب اقتدار مان انٽرويو اچي. هن دفعي دراصل سنڌ جي تعليم ۽ ثقافت جي کاتي جي وزير پيار علي الانا جو انٽرويو ڏيڻو هو، پر عين وقت تي الانا صاحب اسلام آباد ويو هليو. تنهنڪري عبداللهبلوچ کان انٽرويو ورتو سين. عبداللهبلوچ صاحب هن وقت سنڌ جي، ليبر ۽ اوقاف کاتي جو وزير آهي. ۽ صوبائي اسيمبلي جي سيٽ ڪراچيءَ مان کٽيو آهي.

سهڻيءَ جو نمائيندو ارشاد قاضي، الانا صاحب کان وقت وٺڻ ڪراچي ويو هو. ۽ پنهنجي فون ڪري مونکي ٻڌائڻو هو، ته ڪهڙو وقت مليو آهي. اڱڪل ٻين وڳي پنهنجي جو هن مونکي فون تي اطلاع ڏنو ته الانا صاحب ڪنهن ضروري ڪم سانگي اسلام آباد ويو هليو. مون ڪٿپر صاحب کان انٽرويو لاءِ وقت گهريو، پاڻ چيو اٿن ٿا ته: مونکي آخري ماڻهو رکو جنهنکان اوهان انٽرويو وٺو. چار صادق علي به نه مليو، تنهنڪري مون ليبر ۽ اوقاف کاتي جي وزير عبدالله بلوچ کان وقت ورتو آهي، اڄ رات نائين وڳي جو وقت ڏنو اٿن.

اِها ڳالهه منهنجي لاءِ ڏاڍي مشڪل هئي، ڇاڪاڻ ته مون

سوال پيار علي الانا لاءِ لکيا هئا. پر مون کيس چيو ته مان اچان ٿو. بس ۾ مون عبدالله بلوچ لاءِ سوال لکيا. ۽ جڏهن ڪراچي پهتس ته اٽڪل پنجويهه ڪن سوال لکي ورتا هئم. ارشاد ٻڌايو ته عبدالله بلوچ سرڪاري بنگلي ۾ نه، بلڪ پنهنجي جاءِ ۾ رهيو پيو آهي، ۽ سندس جاءِ گوليمار ۾ آهي.

سوا نائين وڳي مان، ارشاد ۽ هڪ ٻيو دوست عبدالله بلوچ جي جاءِ تي پهتاسين. سندس جاءِ جي چؤطرف جهوپڙيون ۽ ننڍڙيون جايون هيون، جنهن مان سمجهيم ته اردگرد سڀئي غريب ماڻهو رهن ٿا. جاءِ تي پهتاسين ته پتو پيو ته عبدالله بلوچ ڪنهن فنڪشن جي اوچتي دعوت ۾ ويو آهي. بس اچڻ وارو هوندو. ٻيا به ڪافي ماڻهو ويٺا هئا، انهن ۾ مزدورن جو وڏو تعداد هو. اٽڪل ڪلاڪ جي انتظار ڪانپوءِ عبدالله بلوچ آيو. ۽ سندس پي-آءِ اسانکي آفيس ۾ وٺي ويهاريو.

بلوچ صاحب جي آفيس ائيرڪنڊيشن هئي. سندس ڪرسيءَ جي مٿان ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي وڏي تصوير لڳل هئي. سندس شاهي ميز تي ڪنڊ ۾ پيپلس پارٽي جو ننڍڙو جهنڊو رکيل هو. ۽ ڀرسان ئي ڀٽي صاحب جي هڪ ٻي به ننڍي تصوير فريم ۾ رکيل هئي. ۽ ڪمري جي ڀتين تي ڪجهه سهڻيون تصويرون ٽنگيل هيون.

اسانکي ويٺي ڪجهه ئي وقت ٿيو هو جو بلوچ صاحب آيو. سنهڙو، وچولو قد، رنگ جو صاف، چاڪليٽي رنگ جي خميس ۽ سٿڻ پيل. اچڻ سان هٿ ملائين، ۽ پوءِ ويهندي چيائين، ”ادا، هاڻي پنهنجو ڪم شروع.“

**سوال:** ٻين صوبن مان، مزورن جي يلغار سنڌ ۾ اچي ٿي، جنهنجي ڪري، سنڌي مزدورن جو حق مارجي ٿو. اوهين انهيءَ يلغار کي ڇو نٿا روڪيو؟

**جواب:** پاڪستان هڪڙو ملڪ آهي. انهيءَ ۾ اسين چاهيون ٿا ته صوبائي تعصب نه ڦهلي. صوبائيت کي اسين انهيءَ ۾ ان والو نٿا ڪرڻ چاهيون. تنهنڪري ٻين صوبن مان ماڻهو اچن ٿا، ته اسين

انهن کي روڪي نٿا سگھون. ۽ نہ ئي اهڙي قانوني پابندي يا مالڪ تي (ڪارخاني جي) دٻاءُ وجهي سگھون ٿا تہ مقامي ماڻهن کي رکو ۽ ڌارين کي نہ رکو. جيڪڏهن اسين ڪو اهڙو قانون پاس ڪريون تہ مقامي ماڻهن کي نوڪريون ملن ۽ ڌارين صوبن جي ماڻهن کي نہ ملن گھرجن تہ پوءِ تعصب پيدا ٿيندو. پوءِ يڪ جهتي نہ رهي سگھندي. اسين چاهيون ٿا تہ اڳ ۾ يڪ جهتي، انهيءَ کانپوءِ علائقائي سطح واريون ڳالهيون. مقامي جيڪي آهن، انهن جو حق آهي، اڳ ۾ آهي. تنهنڪري انهن لاءِ اخلاقي ڪوشش ڪئي وڃي تہ انهنکي ملي. ۽ انشاالله هاڻ ملنديون ۽ ملن پيون.

**سوال:** ڪراچي جي ڪارخانن ۾، خاص ڪري فولاد جي ڪارخاني ۾ سنڌي مزدرر تمام گھٽ آهن، اوهان ڇوٿا ڪوشش ڪري گھڻي ۾ گھڻا سنڌي مزدور اتي رکايو. ٻين صوبن مان گھڻي تعداد ۾ مزدور اچن ٿا. ۽ انهن جي ٻولي الڳ آهي، تهذيب الڳ اٿن، انهن جي اچڻ سان جڳهہ جو مسئلو پيدا ٿئي ٿو ۽ ٽرانسپورٽ جو بہ پڻ. اهو اوهين ڇانٿو روڪيو.

**جواب:** ہ ٻئي ڳالهيون آهن. سنڌ ۾ جيڪي مقامي ماڻهو آهن، سي حقيقت ۾ دلچسپي نٿا وٺن، جنهنجو اسانکي ڏاڍو ڏک آهي. اسانجي سنڌ جا ماڻهو ملٽريءَ ۾ وڃڻ نٿا چاهين. حالانڪ انهنکي وڃڻ گھرجي. سنڌ جو، فوجي سطح تي اوهين بچاءُ ڪهڙيءَ ريت ڪندا؟ قومي فرض بہ اسان تي آهي تہ اسين فوج ۾ وڃون. پوليس ۾ سنڌين کي ڪٿون ٿا تہ آهي پڇي ٿا وڃن. آءٌ اِها ڳالهہ مڃان ٿو تہ انهن کي ڪجهہ تڪليفون بہ پهچن ٿيون. پر انهيءَ جي باوجدود بہ انهن کي گھرجي تہ اهي وڃن. ۽ ڪجهہ تڪليفون برداشت ڪن، ۽ اڳتي وڌن. ٻين ڪمن ۾ بہ چون تہ: اسانکي وڏا عهدا گھرجن. ننڍيون نوڪري ڪرڻ نٿا قبولين. ۽ ساڳئي وقت ۾ پنهنجو ڳوٺ ڇڏڻ لاءِ بہ تيار ڪونهن. ٻين قومن ۾ اهو آهي تہ اهي پنهنجا صوبا ڇڏي، هتي اچن ٿا. ڪم ٿا ڪن، پنهنجا ٻچا ڇڏي بہ هتي ڪم ڪمنا. پر هي (سنڌي) هڪڙي ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ ۾ وڃڻ لاءِ

تيار ڪونهن. پنج ميل پنڌ انهن کان نٿو ٿي سگهي. هتي جي ماڻهن اڏيون تڪليفون نه سٺيون آهن. انهن کي تعليم يافته نه ڪيو ويو آهي. سمجهايو نه ويو آهي. انهن جي ذهن ۾ اها ڳالهه ويهارڻ گهرجي. سنڌ ۾ تعليم جي ڪمي آهي. تعليم وڏيڪ هجي ها ته، تعليم يافته ماڻهو، ڳوٺن ۾ وڃي ماڻهن کي سمجهائين ها ته اڳتي وڌو. جيڪي ڪم ملن ٿا انهن ۾ حصو وٺو، انهن مان فائدو حاصل ڪريو. ۽ هاڻ جيڪي ماڻهو ايندا، ۽ جيڪڏهن پنج سال اڳ ۾ اچن ها ته فائدو هيتر رهي ٿئي ها، هان ايندا ته پنج سالن کانپوءِ فائدو رسندو. سنڌ ۾، ماڻهن کي تمام گهڻيون تڪليفون آهن، انهن کي ڪاڏي لاءِ به ڪونهي، تنهن هوندي به اهي ميلن ۽ ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن.

**سوال:** هيتر اوهان چيو ته سنڌ ۾ تعليم ڪانهي، انهيءَ ڪري سنڌ جا ماڻهو ٻاهر نٿا نڪرن. پر سرحد جي ماڻهن ۾ اسانکان ۾ گهٽ تعليم آهي، پوءِ اهي فوج ۾ وڃن ٿا، اسانجا نٿا وڃن، اوهانجي نظر ۾ انهيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي.

**جواب:** اسانجي (سنڌ جي) ماڻهن کي هميشه دٻايو ويو. سنڌ تي هميشه ڏنڊي سان حڪومت ڪئي ويئي آهي. سنڌ ۾ اڳ ۾ جيڪي به سياستدان ٿيا آهن، انهن جي اِها خواهش هئي ته عوام انهن جي ٻوچوڙي هيٺ رهي. سنڌ ۾ نوابي ۽ زميندار سسٽم وڏيڪ آهي. انهيءَ ڪري ماڻهو دٻيل رهيا. ۽ اهي (زميندار يا نواب) نه چاهيندا هئا ته عوام اڳ تي وڌي. اڳتي وڌندو ته انهن جي مقابلي تي ايندو. اِها بنيادي خامي هئي، جنهنجي ڪري اسين اڳ تي وڌي نه سگهياسين. هاڻ پنجويهه سالن کانپوءِ پٽي صاحب اچي ماڻهن کي جاڳايو آهي، ۽ سمجهايو آهي ته انهن جا حقوق ڪهڙا آهن، سجاڳي پيدا ڪئي آهي. هاڻ ماڻهو آهستي آهستي اڳتي وڌڻ لڳا آهن. اڳ ۾ چند ماڻهن جي حاڪميت هوندي هئي، ۽ اهي عوام کي دٻائي ويٺا هئا. عوام سادو هو ۽ انهن جي اثر هيٺ رهيو. پٺاڻن ۾ اها ڳالهه ڪانهي. انهن ۾ نوابي ڪانهي. مهاجرن ۾ نوابي ڪانهي. پنجابين به نوابي ڪانهي. انهيءَ ڪري اِهي ماڻهو اڳتي وڌيا آهن. سنڌ جي پيٽ ۾

بلوچستان ۾ پاڻ وڏي نوابي آهي، ۽ اتي جو عوام ھيسل آهي. اسانجي سنڌ جي عوام جو استحصال، خود اسانجي نوابن ۽ زميندارن ڪيو آهي.

**سوال:** اسان سنڌين جي هڪ وڏي عرصي کان اِها گهُر آهي تہ سنڌ ريجمنٽ نهي، جيڪڏهن سنڌ ريجمنٽ نهي تہ پوءِ سنڌي انهيءَ ۾ ويندا.

**جواب:** اُها (سنڌ ريجمنٽ) آهي. پر اِها اسڪيم آهي. پر ائين نہ ٿيندو تہ اڳ ۾ نهي (سنڌ ريجمنٽ) ۽ پوءِ انهيءَ ۾ پرتي ٿئي. سنڌي هينئر بہ فوج ۾ آهن. ۽ ٻيا بہ جيڪي ايندا، اسين انهن کي خوش آمديد چونداسين. مان انهن کي پرتي ڪرائيندس، هتي بہ ڪئمپ لڳل آهي. جڏهن ڪافي تعداد ۾ سنڌي شامل ٿي ويندا تہ پوءِ سنڌ ريجمنٽ جو نالو ڏبو. چاڪاڻ تہ ڪابہ يونين يا جماعت نهندي تہ ٻهرئين ماڻهو ايندا ۽ پوءِ جماعت نهندي. نهڻ کان اڳ ماڻهو اچن، اِهو مشڪل آهي. انهيءَ لاءِ اسين پاڻ ڪوشش ڪري رهيا آهيون. باقي رهي فولاد جي ڪارخاني جي ڳالهہ تہ اهو سينٽرل جو محڪمو آهي. صوبي جو ڪونهي. تنهنڪري ساري پاڪستان جي ماڻهن کي نوڪري ملندي. انهيءَ لاءِ اهو ناهي تہ سنڌين کي ملي، ٻين کي نہ ملي. ڪوشش ڪري رهيا آهيون تہ مقامي ماڻهن کي موقعو ملي.

**سوال:** ڪارخانن ۾ سنڌي مزورن ۽ سنڌي ڪلرڪن سان سٺو ورتاءُ ڪونہ ٿو ڪيو وڃي. اها شڪايت ڌهرڪيءَ جي ڪارخاني ايسو فرٽلائيزر سان عام آهي. اوهان انهيءَ لاءِ ڪهڙو اپاءُ ورتو آهي.

**جواب:** اهو محڪمو دراصل عطا حسين ٽالپر جو آهي. باقي هاڻ ڏنو وڃي تہ اڳ جي مقابلي ۾ هن وقت چڱو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي.

**سوال:** سنڌ جي مزدورن جي ڀلائيءَ لاءِ ڪا اسڪيم يا ويچار آهن.

**جواب:** انهن لاءِ بلڪل آهن. ٻهريون اِهو تہ حڪومت جيڪا پاليسي ناهي آهي، انهيءَ تحت انهن کي ڪافي سھوليتون مليون آهن. اڳ سوشل سڪيورٽي فنڊ اڌ مالڪ کان ونبو هو ۽ اڌ مزور

ڪان، پر هاڻ سمورو مالڪ ڪان ونجي ٿو. اتي ملازم کي فائدو پهچو. پيو علاج جون سهولتون، گرجويٽي. پينشن لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهيون، تعليم لاءِ الڳ فنڊ ورتو ويندو. انهيءَ ڪان علاوه به ڪئي سهولتون آهن، پگهار ۾ اضافو ڪيو ويو آهي. گهرن جو انتظام ٿي رهيو آهي. سوشل سڪيورٽيءَ لاءِ جيڪو پئسو اچي ٿو، منهنجي ڪوشش آهي ته انهيءَ جو مصرف صحيح ۽ جديد نموني سان ٿئي، انهيءَ لاءِ مان ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

**سوال:** سائين، هي ته ٿي جنرل ڳالهه سڀني مزدورن لاءِ. سنڌ پٺتي پيل آهي، ۽ گهٽ سنڌي مزور آهن، انهن لاءِ ڪا جدا اسڪيم آهي. ته جيئن سنڌي مزورن کي به همٿائجي.

**جواب:** نه. الڳ نٿي ٿي سگهي. باقي جنهن علائقي ۾ انڊسٽري هوندي، اتي جي ماڻهن کي ڪم ملندو. جيڪڏهن سنڌجي اندرين علائقي ۾ انڊسٽري هوندي ته ظاهر آهي ته اتي جي ماڻهن کي ڪم ملندو. تنهنڪري اسين ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته ڳوٺن ۾ فئڪٽريون يا سمال انڊسٽري قائم ڪريون ته جيئن مقامي ماڻهن کي مزوريون ملن.

**سوال:** اوهانجي نظر ۾ اڄ جي مزور جا ڪهڙا اهم مسئلا آهن.

**جواب:** انهن جي نوڪرين جو تحفظ. پگهار صحيح هجن.

**سوال:** ڇا اهو نٿو ٿي سگهي ته جيئن ميڊيڪل ڪاليجن ۽ انجنيئرنگ ڪاليجن ۾ ڪوٽا سسٽم رائج آهي. تهڙيءَ ريت ڪارخانن ۾ به سنڌي مزورن لاءِ ڪوٽا مقرر ڪئي وڃي. خاص ڪري ڪراچيءَ جي ڪارخانن ۾.

**جواب:** ڪوٽا ڪانسواءِ هوندڻ پاڻ وڏيڪ اچي سگهن ٿا. جيڪڏهن آباديءَ جي بنيادن تي ڪريون ته ضلعن جي حساب سان پوءِ پڻ وڏيڪ اچي ويندا. پر اسين اهو چاهيون ٿا ته اهو فرق ڏي نه ٿئي، ڇاڪاڻ ته ڪو اِهو نه سمجهي ته وزير اعظم سنڌي آهي، حڪومت سنڌين جي آهي، تنهنڪري هتي به ڪوٽا پيا ڪن، ۽ پوءِ تعصب ٿهلبو. اسانجي حڪومت جو اهو اصول آهي ته علائقائي سطح تي ڳالهه ڪي نه آڻجي. بلڪ قومي سطح تي آڻجي. جيئن يڪ جهتي ٿئي، تعصب پيدا نه ٿئي.

**سوال:** ڇا سنڌ ۾ ٻوليءَ جو مسئلو حل ٿي چڪو آهي.
**جواب:** ٻوليءَ جو مسئلو حل ٿي چڪو آهي. ٻوليءَ جي مسئلي ۾ ڪا اهڙي ڳالھه ڪانهي. انهيءَ کي ماڻهن غلط سمجهيو هو. ۽ انهيءَ مان ناجائز فائدو ورتو هو. حزب اختلاف جي جماعتن ڪجھه فائدو حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو، سو انهن جي سازش هئي. جنهنڪري مشڪلون پيش آيون، جيڪي نه اچڻ گهرجن ها. هڪڙي زبان کي جيڪو سندس حق هو، سو مليو آهي. ون يونٽ ڪانپوءِ سنڌي زبان جو اصلي حق ختم ڪيو ويو هو. ۽ نئين آئين ۾ اها ڳالھه آهي ته: هر صوبو پنهنجي صوبي جي زبان کي ترقي ڏئي سگهي ٿو. ۽ موجوده حڪومت اردوءَ کي قومي زبان تسليم ڪيو آهي، جنهنڪري اهو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي ته اردوءَ زبان کي ڪو نقصان رسي. هاڻ اسڪولن ۾ سنڌي پاڙهجي پئي، ڪجھه سالن ۾ اهي سنڌي سکي ويندا. ۽ جڏهن اهي انهيءَ زبان مان فائدو وٺندا ته انهن کي احساس ٿيندو.
**سوال:** اوهانجو ڇا خيال آهي ته سنڌي زبان کي انهيءَ جو اصلي مقام ملي ويو آهي.
**جواب:** بلڪل مليو آهي. اڳ ۾ اسڪولن ۾، خاص ڪري اردو اسڪولن ۾ فقط اردو پاڙهبي هئي، پر هاڻ پنجين درجي کان سنڌي لازمي پاڙهجي ٿي. جڏهن هڪ ٻولي لازمي ٿي ويئي ۽ جڏهن آهي مئٽرڪ تائين پهچندا ته لازمي آهي ته هو سنڌي ڳالهائڻ به لڳندا، ۽ پڙهڻ به سکي ويندا.
**سوال:** اڳ ۾، انگريزن جي دور کان ميونسپل ڪميٽيءَ جا فارم ۽ رسيدون سنڌيءَ ۾ هوندا هئا، پر هاڻ اردوءَ ۾ آهن ۽ ڪورٽن جا فارم به.
**جواب:** هاڻي نه فقط اردوءَ ۾ آهن، بلڪ اردو ۽ سنڌي ٻنهين ۾ آهن. ڪنهن به آفيس ۾ وڃو، ڪورٽن ۾ به، ته فارم هڪڙي پاسي اردوءَ ۾ آهي ۽ ٻئي پاسي سنڌيءَ ۾. اوهانکي بسن جي ٽڪيٽن تي به هڪ پاسي سنڌي ملندي ته ٻئي پاسي اردو ملندي.
**سوال:** حيدرآباد ميونسپل ۾، اڳ ۾، سيئي رسيدون ۽ فارم سنڌيءَ ۾ هوندا هئا، پر هاڻ، اڄا تائين فقط سنڌيءَ ۾ آهن، آخر ڇو.

**جواب:** سنڌيءَ ۾ بہ هئڻ کپن. مونکي تعجب آهي مان چانڊيو صاحب (چانڊيو صادق علي) سان ڳالهائيندس. چوندس تہ سنڌيءَ ۾ بہ ڇپرائين. ٿي سگهي ٿو تہ چانڊيو صاحب جي علم ۾ اها ڳالهہ نہ هجي.

**سوال:** پوليءَ واري بل ۾ هو تہ سنڌي پوليءَ کي ترقي وٺرائبي. پر حالت اها آهي تہ زماني کان احتجاج ڪري رهيا آهيون تہ ڪراچي ريڊيو تي سنڌي پروگرام وڌايو وڃي، پر اهو نٿو وڌايو وڃي، ۽ اچا چئنل نمبر ٢ تي ٿو ٿئي، جيڪو ڀڏجي ئي ڪونہ ٿو. ٻئي پاسي ٽي-ويءَ تي هر روز اٽڪل ڇهن ڪلاڪن جو پروگرام پيش ٿيندو آهي، پر سنڌيءَ لاءِ وقت تمام گهٽ آهي.

**جواب:** انهيءَ لاءِ اسين ڪوشش ڪري رهيا آهيون. وزارت ۾ اچڻ کان اڳ بہ مون ڪوشش ڪئي هئي. هاڻ بہ ڪوشش ڪري رهيو آهيان تہ ٻنهي جاين (ريڊيو ۽ ٽي-وي) تي انهيءَ کي (سنڌي کي) هنجو پورو حصو ملڻ گهرجي. اهو انشاالله تعاليٰ ملندو.

**سوال:** بلوچستان جي گيس جو پئسو، بلوچستان کي ملندو آهي. تهڙيءَ ريت سنڌ جي ڪسٽم (بندرگاهہ ۽ هوائي اڏي) جو پئسو سنڌ کي ڇو نٿو ملي.

**جواب:** اهي سينٽرل جا محڪما آهن. انهن جو پئسو سينٽرل کي ملندو. هو (گيس) فقط صوبي جي سطح تي آهي.

**سوال:** عرض آهي تہ گيس جو محڪمو بہ سنٽرل وٽ آهي، پر انهيءَ جو پئسو موٽي بلوچستان حڪومت کي ملندو، تهڙيءَ ريت ڪسٽم جو پئسو بہ سنڌ کي ملڻ گهرجي. ڇا انهيءَ لاءِ اوهان ڪا ڪوشش ڪندا.

**جواب:** انشاالله ضرور ڪبي.

**سوال:** سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جن ٻن شاگردن جو قتل ٿيو، انهن انهيءَ ۾ جهليل شاگردن تي اڃا مقدمو نہ هليو آهي. انهيءَ جو سبب؟

**جواب:** اڃا مقدمو نہ هليو آهي؟

**سوال:** نہ سائين، ڇهن مهينن کان ريمانڊن تي آهن.

**جواب:** اهو ڪم تہ هوم ڊپارٽمينٽ جو آهي. آءٌ انهيءَ لاءِ

ڪالهائيندس.

**سوال:** اوهان هڪ وزير به آهيو، ۽ ڪراچي پيپلس پارٽيءَ جا نائب صدر به آهيو. پيپلس پارٽيءَ جا ليڊر بہ آهيو. انهيءَ ڪري اِهو سوال ڪيو اٿم.

**جواب:** اوهانجو چوڻ بلڪل صحيح آهي. پر اِهو محڪمو منهنجو ڪونهي. اوهان ڳالهہ ڪئي آهي تہ ضرور صحيح هوندي. مان هوم سيڪريٽريءَ کان انهيءَ باري ۾ پڇا ڪندس.

**سوال:** ڇا هن وقت پيپلس پارٽيءَ ۾ ڪي اندروني اختلاف آهن؟

**جواب:** نہ.

**سوال:** تہ پوءِ ممتاز ڀٽي ۽ غلام مصطفيٰ کر کي سندس وزارت تان لاٿو ويو آهي. ۽ مير رسول بخش، مير علي احمد، عبدالحميد جتوئي، محمود علي قصوري، احمد رضا قصوري پيپلس پارٽيءَ کان ناراض ٿي ويا آهن. حالانڪ اهي باني ميمبر هئا.

**سوال:** انهيءَ جو سبب اِهو آهي تہ هي پارٽي انقلابي پارٽي آهي. هن پارٽيءَ جا فيصلا بہ هميشہ انقلابي هوندا آهن. پارٽيءَ جي چيئرمين کي مڪمل حق ۽ اختيار آهي تہ آهو جنهنکي چاهي، انهيءَ کان اهو ڪم وٺي، جنهن وقت مناسب سمجهي. ممتاز صاحب ٻہ سال هو، وزير اعليٰ بہ هو، گورنر بہ هو. ۽ آهو تمام مشڪل وقت هو. انهيءَ وقت انهن ڪم ڪيو ۽ تمام چڱي نموني سان ڪنٽرول بہ ڪيو. ۽ هاڻ جتوئي صاحب آيو آهي. ۽ اِهو اسانجي چيئرمين جو فيصلو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ممتاز صاحب کان ڪو ٻيو ڪم وٺڻ چاهيندا هجن. ۽ ٻيو ڪو تہ اهڙو اختلاف ڪونهي. پنجاب ۾ جيڪو ٿيو آهي، سو بہ اهڙي نموني ٿيو آهي. پارٽيءَ جي چيئرمين فيصلو ڪيو آهي. انهيءَ جو فيصلو سڀ ڪنهنکي مڃڻو آهي. انهيءَ کان اهو پڇڻو نہ آهي تہ آهو فيصلو اوهان ڇو ڪيو آهي. ۽ اختلاف جي ڳالهہ تڏهن پيدا ٿئي ها، جڏهن ممتاز ڀٽو ڪاوڙجي وڃي ويهي ها. ممتاز صاحب جا بيان (وزارت مان لهڻ ڪانپوءِ) جيڪڏهن اوهان پڙهيا هوندا تہ، انهن ۾ صاف طرح هن چيو آهي تہ ڪو اختلاف ڪونهي. انهيءَ ڪانسواءِ پنجاب واري (مصطفيٰ

ڪر) چيو آهي ته ذوالفقار علي صاحب منهنجي والد جي بجاءِ آهي، مان ڪيس پنهنجو پيءُ ٿو سمجهان. مونکي ساڻس ڪو اختلاف ڪونهي. لاڙڪاڻي آيو. ۽ پوءِ پنڊي صاحب وٽ ويو ۽ صاحب جا بيان به اوهان پڙهيا هوندا ته ڪوبه اختلاف ڪونهي. باقي سوال ٻين ماڻهن جو آهي ته مير صاحب استعفيٰ پاڻ ڏني هئي. وچ ۾ هن اهڙا بيان پڻ ڏنا هئا، مختلف قسمن جا، ٿي سگهي ٿو ته اهڙي ڪا تڪليف هجي. يا اهڙيون غلطيون به ٿي سگهن ٿيون. اهڙي ڪا ڳالهه دماغ ۾ اچي ويئي هجي. پر انهيءَ ڪانپوءِ انهن کي به احساس ٿيو. هن وقت نڪو اختلاف آهن، نه بيان آهي، پارٽيءَ سان بلڪل نيڪ آهي. باقي جيستائين علي احمد جو سوال آهي، علي احمد هڪ تيز قسم جو انقلابي آهي. هنجا بيان به هميشه اوهان پڙهيا هوندا. ميان محمود علي به اوهانکي معلوم آهي ته تعجب مان آيل هو. انهيءَ کي وڏو ڪم ڏنو ويو هو. قانون جو وزير مقرر ڪيو ويو هو. پر انهيءَ ڪانپوءِ صحيح ثابت نه ٿيو. اليڪشن جي وقت آيو هو. يا علي احمد صاحب کي به جيڪا ٽڪيٽ ڏني ويئي هئي. اليڪشن کان اڳ هو پارٽيءَ ۾ ڪونه هو. جن ماڻهن پارٽيءَ لاءِ ڪم ڪيو هوندو يا خدمت ڪئي هوندي. آءٌ نٿو سمجهان ته آهي ڪنهن به قيمت تي يا وقت تي پارٽيءَ کي نقصان رسائيندا يا ڇڏڻ جي ڪوشش ڪندا. جيڪي ڇڏي ويا آهن، آهي نه سوشلزم کي سمجهي آيا، نه قائد عوام جي پاليسين کي ڏسي آيا هئا. آهي ڪنهن مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ آيا هئا، جيڪو نيڪ مقصد نه هو. ۽ حاصل نه ٿي سگهيو (ته ويا هليا). ميان محمود علي قصوري ۽ مير علي احمد کي قائد عوام پنهنجون ڪئبنيل سيٽون ڏنيون. پيٽي صاحب جي ڪئبنيل سيٽن تي بيٺا ۽ (چڙ) اليڪشن ڪونه لڙيا. قائد عوام پارٽيءَ جي ٽڪٽ تي ڪئي اهي سيٽون انهن کي تحفي ۾ ڏنيون. تحفي ۾ جيڪي سيٽون مليون، آءٌ نٿو سمجهان ته جنهن ۾ انساني جذبو هوندو ۽ اخلاقي به. ته آهي اهو احسان نه مڃين. تمام وڏو احسان آهي. آءٌ نٿو سمجهان ته زندگي ڏئي به انهيءَ احسان کي پچي سگهن. نه ته انهيءَ پوزيشن ۾ انهن جو اچڻ مشڪل هو. حالات اهڙا هئا جو پيپلس پارٽي ۽

قائد عوام کي ماڻهن ووٽ ڏنا. انهيءَ ڪانپوءِ به انهن (ٻنهين) انهيءَ مان صحيح فائدو نه ورتو. هن وقت جو خلاف ڳالهائين پيا يا (مخالفت) ڪن پيا. انهيءَ جو فيصلو عوام پاڻ ڪندو. ۽ ماڻهو انهيءَ ڳالهه کي سمجهي ويا آهن. جيڪي خلاف ٿا ڳالهائين اِهي نه قائد عوام جا دوست آهن. نه پارٽيءَ جا. عوام جيڪو حق ڏنو هو اهو پيپلس پارٽيءَ کي ڏنو هو، انهيءَ جي اصولن کي ڏنو هو. اسان تي قائد عوام جو وڏو احسان آهي. جيڪو اسين سچي زندگي وساري نٿا سگهون، ڏيئي نه ڇڏيو پر وات سان اظهار ئي نٿا ڪري سگهون. اڄ اسين وزير آهيون. سڀاڻي جيڪڏهن اسانکي حڪم ٿئي ته بابا توکي هٽايون ٿا، ته اسانکي خوش ٿيڻ گهرجي. اسانکي پارٽيءَ جي هاءِ ڪمان جي فيصلن کي مڃڻ گهرجي. ڇو ته انهيءَ جا جيڪي فيصلا هوندا سي پارٽيءَ جي مفاد ۾ هوندا. اهڙا عناصر، جيڪي قائد عوام جي پاليسين سان نيڪ نٿا هلن. يا اُبتا سبتا بيان ٿا ڏين، يا پارٽي ڇڏي ويا، اهي ابن‌الوقت آهن، انهن مان ڪڏهن به پارٽي يا ملڪ کي فائدو نه رسندو. اهي ملڪ ۽ قوم جا دوست نٿا ٿي سگهن.

**سوال:** اوهان پنهنجي جواب ۾ چيو آهي ته مير علي احمد کي پنهنجي صاحب پنهنجي سيٽ ڏني آهي. ۽ اِهو مٿس احسان آهي. پر گذريل مهيني سهڻيءَ کي انٽرويو ڏيندي مير صاحب ٻڌايو ته هنن علائقي مان پاڻ کٽيو آهي، انهيءَ سان سندن شروع کان واسطو رهيو آهي. ۽ اتي جو عوام کين چڱيءَ طرح سڃاڻي.

**جواب:** جيڪڏهن استعفيٰ ڏئي، کٽي اچي ته اسين مڃينداسين.

**سوال:** اسان اهو به ڪائنس سوال ڪيو هو ته چيو هئين ته: مان شروع کان چوندو اچان ته جنرل اليڪشنون ڪرايو، مان انهيءَ لاءِ تيار آهيان.

**جواب:** جنرل اليڪشن جي ڳالهه ڪانهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ همت آهي، ۽ هو چوي ٿو ته آءٌ پارٽيءَ جي طاقت تي نه آيو آهيان، ته انهن کي اخلاقي طرح گهرجي ته جنهن پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي کٽيو آهي، اُتان استعفيٰ ڏئي، آزاد يا ڪنهن ٻي پارٽيءَ

جي ٽڪيٽ تي بيهي. جيڪڏهن ڪنهن ۾ ايڏي همت آهي ته استعفيٰ ڏئي، ڪتي، پوءِ اچي ڳالهائي. ۽ آءٌ چيلينج ڏئي چوان ٿو ته اِهي استعفا ڏئي، اليڪشن ۾ بيهن ته پنهنجي ضمانت ئي بچائي سگهن. چاڪاڻ ته اهن ماڻهن، اسيمبليءَ ۾ قوم جي ڪا خدمت نه ڪئي. انهن ماڻهن پنهنجي حلقي (جنهن مان کٽيا) جي خدمت نه ڪئي. اِهي ماڻهو انهيءَ حلقي ۾ وري موٽي نه ويا، جتان کٽيا آهن.

**جواب:** اوهين اليڪشن ۾ پنهنجي اثر رسوخ سان کٽيا آهيو يا پيپلس پارٽيءَ جي ڪري.

**جواب:** پيپلس پارٽيءَ جي ڪري. هن ضلعي (ڪراچي) مان جيڪي به ماڻهو کٽيا آهن، آهي فقط قائد عوام ۽ پيپلس پارٽيءَ جي ڪري.

**سوال:** اڄڪلهه هي عام افواهه آهي ته هاڻوڪو سنڌ جو وڏو وزير وڃي پيو، ۽ انهيءَ جاءِ تي حفيظ پيرزادو اچي پيو.

**جواب:** اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي.

**سوال:** پولي واري هنگامن ۾ اوهانجي گهر کي به ساڙيو ويو هو، اوڏيءَ مهل اوهانجا تاثرات ڇا هئا.

**جواب:** مونکي ڪو پتو ئي نه هو. مان پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هوس. سوين ماڻهو مڙي آيا، مونکي اچي چيائون ته: پيپلس پارٽيءَ جو جهنڊو لاهيو، مون چيو ته: اِهو ناممڪن آهي. انهيءَ کانپوءِ انهن پٿيون پڳهيون ۽ باهيون ڏنائون. مان ٿاڻي تي اطلاع ڪرڻ آيس، پر پوليس هٿي ڪونه. پوليس هيڊ آفيس تي اطلاع ڏنم. والدين گهر ۾ هئا. تيستائين نيوي اچي وئي، انهن اچي انهن کي گهران ڪڍيو. اتي ڪابه پوليس وغيره نه هئي، جيڪڏهن پوليس هجي ها ته باهه نه لڳي ها. پر مون اڄ ڏينهن تائين ڪو بدلو نه ورتو، نه انتقام، نه ئي مون ڪو ڪيس داخل ڪيو. حالانڪ معلوم به آهي ڪنهن حد تائين، ته انهيءَ ۾ ڪنهنجو هٿ هو.

**سوال:** سنڌ ۾ تازو بهارين جو تمام وڏو تعداد آيو آهي. انهن جي اچڻ سان، ڇا سنڌين جي مفاد کي نقصان نه رسندو.

**جواب:** اِها ڳالهه قومي سطح تي آهي. جيڪي ماڻهو هتي آيا

آهن، يا مليا آهن، آهي اسين چئني صوبن ۾ موڪلي رهيا آهيون. سنڌ جو جيڪو حصو هوندو، اهو سنڌ کي ملندو.

**سوال:** پر انهيءَ ڳالهه جو ڪهڙو ثبوت آهي ته جيڪي بهاري ٻين صوبن ۾ ويا آهن، سي واپس سنڌ ۾ نه ايندا. صوبن جي وچ ۾ ويزا سسٽم ته ڪونهي.

**جواب:** انهن کي سنڌ ۾ سهولتون نه ملنديون. جيئن ته پلاٽ، جايون يا ٻيون شيون، ڇهن مهينن لاءِ وظيفو. تنهنڪري انهن کي اچڻ ته نه گهرجي.

**سوال:** پر انهن کي نوڪريون ته ملي سگهن ٿيون.

**جواب:** ڊوميسائل جو مسئلو ٻئي قسم جو آهي، ڊوميسائل به ماڻهو وٺي ٿا سگهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اچي ته پوءِ ڪا پابندي ڪانهي. پاڪستان هڪڙو ملڪ آهي. هڪڙي صوبي جو ماڻهو ٻئي صوبي ۾ وڃي ٿو سگهي. ملازمتون ته عام ماڻهن کي ملي سگهن ٿيون. انهن کان پڇڻو ڪونهي ته تون ڪٿي جو آهين ۽ ڪٿي جو ڪونه آهين. پر مان سمجهان ٿو ته گهٽ ماڻهو واپس ايندا.

**سوال:** اوهان سنڌي آهيو. اوهانکي ڪڏهن اهو احساس ٿيو آهي ته اسان (سنڌين) سان هر ميدان ۾ زيادتيون ٿيون آهن. انهيءَ جي سدباب لاءِ اوهان پاڻ ڪجهه ڪيو آهي.

**جواب:** ڪوشش ڪريون پيا. جيڪو به قدم کنيو اٿئون يا کڻون پيا، انهيءَ ۾ سڀ کان اڳ پنهنجي پارٽي جي اصولن تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون. اسانجي قائد عوام جو به اسانکي حڪم آهي، پنهنجي پارٽي جي اصولن تي عمل ڪريون. ۽ انهيءَ ۾ ڪنهن به صوبي، ڪنهن به زبان جي استحصال جي گنجائش آهي ئي ڪونه. انهيءَ ڪري اسين ڪوشش ڪريون پيا، ڇاڪاڻ ته سنڌ جو استحصال گهڻو ٿي چڪو آهي. جڏهن اسين چاهيون ٿا ته استحصالي قوتن جو خاتمو ٿئي ته انهيءَ ۾ هي (سنڌ) به اچيو وڃي.

**سوال:** اسلامي سوشلزم ۽ سوشلزم ۾ ڪهڙو فرق آهي.

**جواب:** سوشلزم ته هڪ معاشي نظام آهي. اسلامي سوشلزم جيڪو آهي، سوشلزم جي معنيٰ معاشي نظام، پر اوهانکي خبر هوندي ته

حزب اختلاف وارن انهيءَ معاملي کي تمام گهڻو کنيو هو. ماڻهو سمجهي نه پيا سگهن. ڇاڪاڻ ته اهو فقط قائد عوام کان اڳ ڪنهن ڪلئي طرح استعمال ڪيو ڪونه هو. ڪنهن ۾ همٿ نه هئي. جڏهن قائد عوام اهو لفظ استعمال ڪيو ته انهيءَ ڪانپوءِ عوام کي هي لفظ معلوم ٿيو. سوشلزم جو مذهب سان واسطو ناهي. سوشلزم جو معيشت سان واسطو آهي. پر سياسي جماعتن غلط پٽي استعمال ڪيو، ۽ غلط فهميون ٿي ڦهلايائون. انهيءَ ڪري عوام کي ٻڌايو ويو ته اسلامي سوشلزم معنيٰ اهو سوشلزم، جنهن مان اسلام کي نقصان نه رسي. اهو معاشي نظام، جنهن ۾ مذهب جو فائدو هجي. ۽ ماڻهن کي سمجهائڻ لاءِ (ته سوشلزم ڇا آهي) ۽ هاڻ ماڻهو سمجهي ويا آهن. مذهب جي جيڪا خدمت اسانجي قائد عوام ڪئي آهي، سو پنجويهن سالن ۾ ڪنهن به سياسي جماعت يا انهن جي قائدين نه ڪئي آهي.

**سوال:** پاڪستان ۾ جيڪو سوشلزم آڻجي پيو، يا جيڪي قدم انهيءَ ڏس ۾ کنيا ويا آهن. اهڙو سوشلزم مصر ۽ لبيا ۾ به آهي، ۽ اهي به اسلامي ملڪ آهن. پوءِ اهي اسلامي سوشلزم ڇو نٿا چون.

**جواب:** انهن جي ايڏي مخالفت نه ٿي آهي، جيڏي پاڪستان ۾ ٿي آهي.

**جواب:** يعني اوهان اهو چوڻ چاهيو ته ٿا فقط مخالفت جي ڪري اسلامي سوشلزم جو نالو ڏنو ويو.

**جواب:** مخالفت نه. پاڪستان جي ماڻهن سوشلزم جو لفظ ٻڌوئي ڪونه هو. ۽ اسلام پسندي جي نالي ۾ عوام کي ڀڪايو پئي ويو. ڇاڪاڻ ته انهن (بين سياسي جماعتن) چاهيو پي ته پوين پنجويهن سالن ۾ جيڪو نظام رهيو آهي، انهيءَ کي تحفظ ڏيون. ۽ اسانجي اِها ڪوشش هئي ته اهو نظام ختم ٿئي. نئون نظام اچي، جنهن لاءِ قائد اعظم ڪوشش ڪئي. جنهن ۾ معاشي انصاف هجي. انهن انهيءَ جي سخت مخالفت ڪئي، اسلام پسند طبقي مخالفت ڪئي. مذهب سڀ کان وڌيڪ عزيز آهي. انهن عوام کي اهو چئي ڀڪايو ته اهي اهڙو سوشلزم آڻڻ پيا چاهين، جهڙو چين ۽ روس ۾ آهي. اهڙو سوشلزم ايندو جنهن ۾ اسلام جو نالو نشان نه هوندو. قاعد عوام،

عوام کي ٻڌايو ته اسين اهو نظام آڻڻ چاهيون ٿا، جنهن ۾ اسلام کي ڪوبه نقصان ڪونه رسندو.

**سوال:** اوهين سنڌي آهيو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪڏهن پيپلس پارٽيءَ ۽ سنڌ جا مفاد پاڻ ۾ ٽڪرائجي پون ته اوهان ڪنهنجو ساٿ ڏيندا.

**جواب:** سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

**سوال:** مثال طور، ٿي پوي.

**جواب:** نٿو ٿي سگهي. اِهَا انهيءَ ڳالهه ڪي مجال ئي ڪونه ٿو.

**سوال:** اسانکي خبر پئي آهي ته اوهان سنڌيءَ زبان ۾ ايم- اي ڪئي آهي.

**جواب:** ها

**سوال:** ڪهڙي سال ۾ ڪئي اٿوَ.

**جواب:** ۱۹۷۱ ۾.

**سوال:** سنڌيءَ ۾ ايم- آي ڪرڻ سان اوهانجو ڪو خاص مقصد هو.

**جواب:** سنڌي ۾ مون ايم- آي انهيءَ لاءِ ڪئي، مونکي محسوس ٿيو ته سنڌيءَ زبان جو واقعي استحصال ٿي رهيو آهي. ڪنهن به ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي زبان پڙهائي نه وينديي هئي. سواءِ ايس- ايم ڪاليج جي. ايستائين ته ٻاهران جيڪي سنڌي شاگرد ايندا هئا انهن کي سنڌي ابشنل ۾ پڙهڻ جي اجازت نه هوندي هئي. انهيءَ تي مون محسوس ڪيو ته آءٌ سنڌيءَ ۾ ايم- آي ڪيان. جڏهن مون سنڌيءَ ۾ ايم- آي ڪئي ٿئي ته سڀيئي چوندا هئا ته: سنڌيءَ ۾ ايم- آي ڇو پيو ڪرين. حالانڪ سنڌيءَ جي ايم- آي، ٻي زبان کان ڏکي آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌي ۾ ٻاونجها اکر آهن، اِها وڏي ڳالهه آهي. اهڙي ٻي ڪابه زبان ڪانهي، جيڪا انهي کان ڏکي هجي.

**سوال:** رائٽرز گلڊ هر سال اردو آدب تي اٽڪل هڪ لک چاليهه هزار انعام ڏئي ٿي، پر سنڌي ادب تي فقط ٻه هزار. سو به هن دفعي انعام نه ڏنائون، ۽ چيائون ته هن سال اسانکي ڪوبه ڪتاب ته مليو آهي، پر ڪافي سنڌين پنهنجا ڪتاب گلڊ کي موڪليا هئا، انهن جون رسيدون به اِنهن وٽ آهن.

**جواب:** انهيءَ لاءِ پيار علي الانا سان ڳالهيو.
**جواب:** موجوده حڪومت ۾ اردوءَ جي اديبن کي وڏيون وڏيون نوڪريون ڏنيون ويون آهن، جيئن قدرت الله شهاب آهي، عزيز احمد، فيض احمد فيض ۽ جميل الدين عالي آهن. پر سنڌي اديبن کي اهڙيون نوڪريون نه ڏنيون ويون آهن.
**جواب:** ڇو، پير علي محمد راشدي صاحب کي نه مليا آهي.
**سوال:** هو سياسي ليڊر آهي. اديبن تنو ۾ اچي.
**جواب:** اچي ته ٿو.
**سوال:** نه سائين. هنجي ادبي حيثيت کان وڌيڪ سياسي حيثيت آهي.
**جواب:** سياست دان کي ڇڏي ڏيو. سياست دان ۾ جيڪي خوبيون هئڻ گهرجن، جيڪڏهن اُهي آهن، ته اُهي ڪيئيون ته نه آهن.
**سوال:** مان سنڌ جي مڃيل اديبن جي ڳالهه ٿو ڪريان، جيئن اياز آهي، تنوير عباس آهي.
**جواب:** اياز صاحب آهي نه يونيورسٽيءَ ۾.
**سوال:** نه سائين، مان اياز قادري نه، بلڪ شيخ اياز جي ڳالهه ٿو ڪريان. اياز قادري تعليم کاتي ۾ آيو آهي، اوهان جي حڪومت جي ڪري نه. سنڌين سان اِها ۾ اکيائي ڇو پلا.
**جواب:** ۾ اکيائي ڪانهي، شايد اُهي اچڻ نه چاهيندا هوندا.
**سوال:** نه سائين، اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي.
**جواب:** اوهان ڪيئن ٿا چئي سگهو ته ائين ڪونهي.
**سوال:** مان پاڻ اديب آهيان، هڪ رسالي جو ايڊيٽر اُهيان. اهي سيئي منهنجا دوست آهن، منهنجا انهن سان تعلقات آهن. انهيءَ ڪري پوري پروسي سان چوان ٿو ته اسانجي اديبن مان ڪنهنکي به اهڙي اڄ نه ڪئي وئي آهي.
**جواب:** ملڻ گهرجي.
**سوال:** ڪجهه ڏينهن اڳ، سنڌ جي اکوٽي وڏي وزير ممتاز ڀٽي صاحب چيو آهي ته: سنڌ ۾ سنڌو ديش لاءِ ڪابه تحريڪ نه پئي هلي. اوهانجو خيال ڇا آهي.

**جواب:** منهنجو پنهنجو خيال آهي ته جيڪڏهن، جو ڪجهه به، جيڪڏهن آهي ته اهو نه جي برابر آهي. انهيءَ ۾ صداقت ناهي. اهميت ناهي.

**سوال:** اوهان هينئر چيو ته سنڌو ديش لاءِ ڪا وڏي تحريڪ ڪانهي. پر پيٽي صاحب، پنهنجي ڪيل سنڌ جي دوري ۾ هر هنڌ سنڌوديش لاءِ تمام سخت بيان ڪيا، جنهن مان ائين محسوس ٿيو ٿي ته ڪا وڏي تحريڪ آهي.

**جواب:** جيستائين منهنجي علم ۾ آهي. مون اوهانکي ٻڌايو. مان انهيءَ کري وڏي (تحريڪ) نٿو چوان، جو ڪابه اهڙي طاقت ڪانهي، جيڪا قائد عوام جي طاقت کان وڏي طاقتور هجي.

**سوال:** سنڌ جي نوجوان طبقي ۾ جيڪا اڄڪلهه بيچيني آهي، انهيءَ جو ڪارڻ اوهانجي نظر ۾ ڪهڙو آهي.

**جواب:** ڪهڙي قسم جي بيچيني.

**سوال:** سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪي هنگاما ٿيا، چوڪرا جيلن ۾ ويا، شاگرد ريسٽيڪيٽ ٿيا.

**جواب:** اهي معاملا تعليم کاتي جي وزير سان تعلق رکن ٿا.

**سوال:** سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ حفيظ پيرزادي وارو جيڪو واقعو ٿيو هو، انهيءَ ۾ جيڪي شاگرد جيل ويا هئا، اهي اڃا جهليل آهن. پر انهيءَ کان اڳ، ذري گهٽ اهڙو ئي واقعو ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ حفيظ صاحب سان پيش آيو. پر اُتي جو ڪو به شاگرد گرفتار نه ٿيو، انهيءَ جو ڪارڻ.

**جواب:** اهو واقعو آءٌ نٿو سمجهان ته اهڙو ٿيو هو.

**سوال:** نه سائين، فرق فقط اِهو آهي ته هن ۾ هڪ پوليس وارو مئو هو، جنهن لاءِ اسان کي ثبوت نه مليو آهي ته ڪيئن مئو. باقي ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ وڏو هنگامو ٿيو. وائس چانسلر چوڪرن کي نوٽس به ڏنا، پر وري اِهي نوٽس واپس ورتا ويا، ۽ انهن جي خلاف ڪوبه قدم نه کنيو ويو.

**جواب:** اهي به ڳالهيون ٿي پيون. هڪ ايجوڪيشنل ڊپارٽمينٽ جو ڪم ۽ ٻيو هوم ڊپارٽمينٽ جو ڪم. انهن پنهين سان منهنجو

واسطو ڪونهي. تنهنڪري خبر نه اٿم ته ايجوڪيشن وارن انهن جي خلاف قدم نه کنيو آهي يا هوم ڊپارٽمنٽ وارن نه کنيو آهي.

**سوال:** ڇا اِهو بهتر نه هو ته پاڪستان جي سڀني زبانن کي قومي زبانن جو درجو ڏنو وڃيها.

**جواب:** قومي زبان هميشه هڪڙي هوندي آهي.

**سوال:** پر سائين پارٽ ۾ سترهن زبانن کي قومي زبانن جو درجو آهي.

**جواب:** قومي نه.

**سوال:** بلڪل قومي زبانون آهن.

**جواب:** صوبائي هونديون.

**سوال:** نه سائين. آئي سنڌي به قومي زبان آهي، پر سنڌ صوبو آئي ڪونهي.

**جواب:** قومي زبان هڪڙي هئڻ گهرجي. اهو مناسب ٿوٿئيوڏيڪ. انهيءَ ۾ يڪجهتي وڌيڪ ٿي، ٿي سگهي.

**سوال:** اوهين اوقاف کاتي جا به وزير آهيو، ڇا شاه ڀٽائي ۽ قلندر شهباز جي درگاهن لاءِ ڪو ماسٽر پلان آهي. ڇاڪاڻ ته ميلي دوران عوام کي ڏاڍي تڪليف ٿئي ٿي.

**جواب** اوقاف جون ڪجهه خاميون آهن جنهنکي انشاالله آءٌ جلدي صاف ڪندس. آءٌ ڇاهيان ٿو ته اوقاف جو پئسو ڪنهن به طريقي سان ضايع نه ٿئي.

**سوال:** شاه ڀٽائي نه فقط سنڌ جو، بلڪ دنيا جو عظيم شاعر آهي.

**جواب:** بلڪل.

**سوال:** اڳ ۾، جڏهن ايوب صدر هو، ته هڪ دفعي ورسيءَ تي هو پاڻ آيو هوءِ اڳ ۾ شاه جي ورسيءَ جو پروگرام سڌوسنئون ريڊيو تان پيش ٿيندو. پر اهو ڇني اِهو پروگرام سڌوسنئون پيش ڪرڻ بند ڪيو ويو آهو ته اهو فنڪشن اي- ڪلاس ڪونهي. بلوچ صاحب منهنجي ڳالهه ڪٽيندي چيو: ڊائريڪٽ پيش ٿيو آهي.

**سوال:** نه سائين، نه ٿيو آهي.

**جواب:** حالانڪ اِهو آي- ڪلاس فنڪشن آهي.

**سوال:** شاه ڀٽائي. سڄي سنڌ جو شاعر آهي، ۽ گهڻا ته وليالله به

مجيندا آهن.

**جواب:** بلڪل.

**سوال:** ته پوءِ ڇو شاه جي ورسيءَ جي موڪل فقط حيدرآباد ضلعي کي ڏني ويندي آهي. سڄي سنڌ کي نه.

**جواب:** انهيءَ لاءِ ڪوشش ڪيائون ٿا.

**سوال:** پوين ڏينهن ۾ پٿي صاحب چيو هو ته عوام جي- ايم سيد کي ٺڪرائي ڇڏيو آهي. عرض هي آهي ته جيڪڏهن بقول پٿي صاحب جي، عوام جي- ايم سيد کي ٺڪرائي ڇڏيو آهي ته پوءِ ڪيس اڃا تائين نظربند ڇو رکيو ويو آهي.

**جواب:** اوهانکي معلوم آهي ته انتخاب ۾ ئي عوام انهيءَ کي شڪست ڏني هئي. انهيءَ کي قبول نه ڪيو هو. جي- ايم سيدجو ڪتاب ’جيئن ڏٺو آهي مون‘ اوهان پڙهيو هوندو. انهيءَ ۾ هن اهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن، ته پڙهڻ ڪانپوءِ اوهان بحيثيت مسلمان جي، انهيءَ تي اعتبار نه ڪندا. انهيءَ ڪانسواءِ انهيءَ (جي- ايم- سيد) جون جيڪي ڳالهيون آهن. اهڙي قسم جون آهن، جنهن مان ملڪي سالميت کي نقصان رسي ٿو سگهي ۽ سنڌ جي سالميت کي نقصان رسي سگهي ٿو. سنڌ جي ماڻهن کي نقصان پهچي سگهي ٿو. جيئي سنڌ، جيئي سنڌ سڄي زندگي چوندو رهيو آهي، جيئي سنڌ ته آهي، جيڪڏهن پاڪستان جيئندو ته سنڌ جيئندي، اڳ ۾ اسانکي چوڻ گهرجي. پاڪستان جيئي، انهيءَ ۾ سنڌ اچي سگهي ٿي. باقي فقط جيئي سنڌ چوڻ سان زهر ڦهلايو ٿو وڃي. اها سٺي ڳالهه ڪانهي. تنهنڪري چڱو آهي ته شاه صاحب هڪ ڪنڊ ۾ سڪون مان ويٺو آهي.

**سوال:** بقول پٿي صاحب جي ته عوام جي- ايم- سيد کي ٺڪرائي ڇڏيو آهي، ۽ جڏهن عوام ڪنهنکي ٺڪرائيندو آهي ته انهيءَ جو اثرئي قبول نه ڪندو آهي ته پوءِ سيد نظربند ڇو آهي؟

**جواب:** بس اسين چاهيون ٿا ته شاهه کي وڌيڪ تڪليف نه ڏيون. ۽ هڪڙي جاءِ تي، پهاڙيءَ جا ڏينهن اٿس، ويٺو رهي.

**سوال:** اوهان هينئر چيو ته شاهه صاحب کي عوام قبول نه ڪيو،

اليڪشن ۾ شڪست ڏني هئي. تہ پوءِ ڪمال اظفر کي سنڌ جو وزير ڇو مقرر ڪيو ويو، هنکي بہ عوام شڪست ڏني هئي. يعني عوام هنکي ٺڪرائي ڇڏيو هو. پوءِ هو عوام جو نمائيندو تہ نہ رهيو هو.

**جواب:** ڪمال کي آئين جي تحت، جيستائين آئين حق ڏنو ٿي، تيستائين هنکي رکيو ويو. جڏهن اُهو وقت ختم ٿي ويو تہ پوءِ سڄي وزارت بدلي وئي، ۽ هاڻ جيڪي بہ وزارت ۾ آهن، اهي صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر آهن. جيڪڏهن جي. ايم. سيد صاحب جي پارٽيءَ جي حڪومت هجي ها تہ اُهو (سيد) بہ اچي سگهيو ٿي.

**سوال:** عرض اِهو آهي تہ اوهانجي پارٽيءَ ۾ ٻيا بہ ڪافي ميمبر هئا، پوءِ آخر اهڙي ماڻهوءَ کي ڇو وزير ڪيو ويو، جنهنکي عوام شڪست ڏني.

**جواب:** عوام جي شڪست جي ڳالهہ ڪانهي. اردودان طبقي کي بہ اسانکي نمائندگي ڏيڻي هئي. تنهنڪانسواءِ هي قابل ماڻهو هو. نوجوان هو. فائدو ڏئي سگهيو ٿي. شاهہ صاحب اِها حد ٽپي چڪو هو، پوڙهو ٿي چڪو هو.

**سوال:** عام اليڪشن ۾، لطيف انصاريءَ کي حيدرآباد مان شڪست ملي هئي. هاڻ حيدرآباد جي خالي ٿيل صوبائي اسيمبليءَ لاءِ وري بہ لطيف انصاري کي ٽڪيٽ ڏني ويئي، جنهن حالات ۾ پارٽيءَ ۾ ٻيا تمام گهڻا ميمبر آهن، آخر ڇو.

**جواب:** اِهو پارليامينٽري بورڊ جو فيصلو آهي.

**سوال:** سوشلزم جي حامي دراصل نوجوان ٿهي آهي. يا ترقي پسند اديب آهن پر جيڪي بہ ثقافتي انجمنون ٺهن ٿيون يا آهن. يا شاهہ جي ورسيءَ تي يا قلندر جي ورسيءَ تي ادبي ڪانفرنسون ٿينديون آهن. يا لاڙڪاڻي ۾ ادبي ڪانفرنس ٿي هئي، تہ نوجوان طبقي، خاص طور تي ترقي پسند اديبن کي الڳ رکيو ويندو آهي. اِهي ثقافتي ادارا يا انجمنون انهن پوڙهن اديبن جي هٿ ۾ آهن، جيڪي قدامت پسند آهن، ۽ سوشلزم جي خلاف آهن. اِهي واڳون انهن جي هٿ ۾ ڇو آهن. اُهي ترقي پسند اديبن کي ڪانفرنس جون دعوتون ني

نہ ڏنيون آهن.

**جواب:** نتا ڏين.

**سوال:** بلڪل نہ . مان خود هڪ رسالي جو ايڊيٽر آهيان . بلڪ جيڪي بہ اسانجا وڏا ۽ مشهور اديب آهن، جيئن شيخ اياز، تنوير عباسي، امر جليل، آغا سليم ۽ قمر شهباز آهي ، انهن مان ڪنهن هڪ کي بہ دعوت نہ ڏيندا آهن.

**جواب:** هائو انشاالله انهن کي باقائده دعوت ڏبي .

**سوال:** اوهان سنڌيءَ ۾ ايم-اي ڪئي آهي، اوهانکي ضرور سنڌي ادب سان دلچسپي هوندي، اوهان پڙهائيندا تہ اوهان ڪهڙا سنڌي ادبي ڪتاب پڙهيا آهن، يا وٺيا آهن . يا ڪي سنڌي رسالا وغيره پڙهندا آهيو.

**جواب:** ڪتاب سنڌيءَ جا سيئي وٺندا آهن. جيڪي اديب آهن، جيڪڏهن .... پوءِ بلوچ صاحب ڪجهہ سوچ ۾ پئجي ويو ۽ پوءِ اٽڪندي اٽڪندي چيائين تہ: سڀ کان وڌيڪ زياده دلچسپي شاهہ صاحب جي رسالي سان رهي آهي . هن وقت مصروف رهان ٿو. پر وقت ملي ٿو تہ انهيءَ جو مطالعو ڪريان ٿو.

**سوال:** پهرين وزارت کان اڳ ۾ سنڌي پڙهندا هئا. موجوده سنڌي ادب اوهانجي نظر مان گذريو آهي.

**جواب:** سياست ۾ اچڻ کانپوءِ تہ ايڏو وقت نٿو ملي.

**جواب:** شاهہ صاحب تہ شاعر آهي، نثر ۾ اوهانجو پسنديده اديب ڪير آهي. جنهن اوهانکي متاثر ڪيو هجي .

انهيءَ سوال تي بلوچ صاحب سوچ ۾ پئجي ويو ۽ ڪافي دير تائين جواب نہ ڏئي سگهيو. ۽ پوءِ سوچي چيائين: قليچ بيگ .

**سوال:** اوهانکي قليچ بيگ جو ڪهڙو ڪتاب سڀ کان وڌيڪ پسند آهي .

**جواب:** ڪنهن ڪتاب جو نالو تہ مونکي ياد ڪونهي ، پر مون قليچ بيگ جي گهڻي اسٽڊي ڪئي آهي.

**سوال:** پريس کي آزادي آهي.

**جواب:** بالڪل. پوريءَ طرح.

**سوال:** عرض آهي ته، منهنجو ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان واسطو ڪونهي. پر هن وقت به سهٽيءَ تي ڊي-پي-آر تحت ٻه ڪيس داخل آهن. انهيءَ جو ڪارڻ منهنجا لکيل ايڊيٽوريل ۽ هڪ ٻه ڪهاڻيون آهن. حالانڪ اُهي ملڪ جي خلاف ڪونهن. انهن (ايڊيٽوريل) ۾ صحت مند تنقيد ڪيل آهي. جنهن لاءِ پنهنجو صاحب پاڻ چوندو آهي ته: تنقيد ضرور ٿيڻ گهرجي، اهو عوام ڪي حق آهي. جيڪڏهن پريس کي آزادي آهي ته انهيءَ صورت ۾ رسالن تي ڊي-پي-آر تحت ڪيس ٿيڻ، ڪيستائين درست آهي.

**جواب:** آزادي آهي، پر آزادي جو مقصد اِهو ناهي جو اهڙيون ڳالهيون ڇاپيون جن مان ملڪ يا قوم جي مفاد کي نقصان رسي. تنقيد سٺي شيءِ آهي. پر اُها اهڙي هجي جنهن سان اصلاح ٿي سگهي، نقصان نه ڪجي. آءٌ نٿو چئي سگهان، ڇاڪاڻ ته مون (اهي پرچا) ڪونه پڙهيا آهن. انهن ۾ ڪيتري حد تائين صداقت آهي، ۽ انهن جو مقصد ڇا هو.

**سوال:** سي-آءِ-ڊي وارا اسانجي خلاف جيڪي رپورٽون ڏيندا آهن، اُهي ساڳيون اُهي هونديون آهن، جيڪي جماعت اسلاميءَ جا پرچا اسان تي الزام مڙهيندا آهن. تازو زندگي رسالو، جيڪو مختلف روپ وٺندو رهندو آهي. انهيءَ جيڪي الزام سهٽيءَ تي هنيا آهن، سي-آءِ-ڊي به اُهي ساڳيا الزام هنيا آهن. ته ڇا سي-آءِ-ڊيءَ جو محڪمو جماعت اسلاميءَ جي هٿ هيٺ آهي.

**جواب:** جماعت اسلاميءَ جو ته اسين چئي نٿا سگهون. پر اِهو اسين چئي سگهون ٿا ته، توهانکي معلوم هوندو ته ايڊمنسٽريشن جيڪا به آهي، اُها اسانجي پنهنجي ٺاهيل ڪانهي ڪا، اسا کي اڳين حڪومتن کان مليون آهن. انهن جا ذهن سو فيصدي اڃا تائين تبديل نه ٿيا هوندا، انهيءَ ۾ اڃا وقت لڳندو. پنجويهه سال جن سان، ۽ جن حڪومتن لاءِ ڪم ڪيو اٿن، سو هن حڪومت ۾ انهن (سي-آءِ-ڊي) لاءِ تحفظ ڪونهي. اڳين حڪومت ۾ انهن کي ڪيڏو آسان نه هو. پر اسان ڇيو آهي ته بدعنوان هوندو ته اسين ڪيڏاسين، ڪن کي

ڪيڏيو اڏوٺ. هن حڪومت مان انهن کي ڪو خاص فائدو نٿو پهچي سگهي. انهيءَ وجهه جي ڪري آهي ڪجهه مايوس به هوندا. پر انهن جا ذهن به ٺيڪ ٿي ويندا.

**سوال:** سي-آءِ-ڊي ۾ گهڻو ڪري غير سنڌي آهن، جيڪي نه فقط سنڌ جي خلاف آهن، بلڪ هن حڪومت ۽ سنڌين ۾ اختلاف به پيدا ڪري رهيا آهن. اها ڳالهه مون خود اڳوڻي وڏي وزير ممتاز ڀٽي کي چئي هئي. ۽ اسانجي مختلف وفدن ذوالفقار علي ڀٽي صاحب کي به چئي آهي. پر....

بلوچ صاحب ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي چيو: آءٌ اوهانجون اهي سڀئي ڳالهيون مڃان ٿو، پر ڳالهه اِها آهي ته اسان انهن کي ڪيون ته ڪم ڪيئن هلي.

**سوال:** اوهان گهٽي مان گهٽا سنڌي ڇو نٿا رکو.

**جواب:** نٿا اچن.

**سوال:** اوهان ڪيئن ٿا چئي سگهو ته نٿا اچن.

**جواب:** اسين انهن کي ڪٺون ٿا، ته اهي پڇي ٿا وڃن.

**سوال:** ته ڀلا ائين نٿو ٿي سگهي ته سي-آءِ-ڊي وارا جيڪي اسانجي خلاف رپورٽون موڪلين ٿا، انهن تي ٻيا ماڻهو ويهي چڱيءَ طرح جانچ ڪن ته آيا انهيءَ ۾ صداقت آهي به يا نه.

**جواب:** ڪوشش ڪئي پئي وڃي. ۽ موجوده حڪومت جتوئي صاحب جي جيڪا آهي، اها انهيءَ ڪوشش ۾ آهي ته اِهي جيڪي خاميون آهن، اُهي دور ٿين. اُميد ته هاڻ ايڊمنسٽريشن ۾ به ڪافي تبديليون ٿينديون.

**سوال:** هن وقت ملڪ ۾ سوشلزم آهي، سوشلزم ۽ اسلام سادو رهڻ جي تلقين ڪري ٿو. پيپلس پارٽيءَ جا، جيڪي رهنما آهن ڇا اُهي سادگي پسند آهن.

بلوچ صاحب پنهنجي ڪپڙن ڏانهن اشارو ڪندي چيو: اوهانجي سامهون ويٺو آهيان.

**سوال:** اوهان کان علاوه.

**جواب:** ٻيا به آهن.

**سوال:** مثال طور.

**جواب:** پيا مونکان وڏيڪ هوندا.

**سوال:** پر اسانجي وزير اعظم صاحب کي دنيا ۾ بهترين لباس پائڻ تي ناڻون نمبر مليو آهي. ڇا سوشلزم اهڙي اجازت ڏئي ٿو.

**جواب:** لباس پائڻ سان ڪو فرق ڪونه ٿو پوي.

**سوال:** لباس تي جيڪو خرچ اچي ٿو، مثال طور: ڪنهن سوٽ تي هزار رپيا خرچ اچن ٿا، جيڪڏهن اِهو پئسو به عوام تي خرچ ٿئي ته؟ بجاءِ سوٽ جي سٿڻ خميس....

بلوچ صاحب ڳالهه ڪٽيندي چيو: سٿڻ خميس اسانکان وڏيڪ ٿو پائي. هو (پٺو) پئدا ئي ڪانوئي سٺو لباس پائيندو آهي. انهيءَ (پٺي) کان وڏيڪ سوشلسٽ ته ڪو نظر نٿو اچي. سوشلسٽ ڪپڙي سان نه، بلڪ عمل سان آهي. جيڪڏهن ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پائي سوشاسٽ سڏايون ۽ دل اسانجي صاف نه هجي ته آها سوشلزم سان دشمني آهي.

سوال: سنڌي مزور ۽ هاريءَ لاءِ ڪهڙو پيغام ڏيڻ چاهيو ٿا.

**سوال:** آهي محنت ڪن. محنت سان ئي آهي پنهنجي ملڪ کي مضبوط ناهي سگهن ٿا. خوشحال ڪري سگهن ٿا. اهي محنت ڪندا ته سنڌ آباد رهندي، خوشحال ٿيندي. محنت ڪن، محنت سان سنڌ جي ڪاميابي ٿيندي. سنڌ جي ڪاميابي پاڪستان جي ڪاميابي آهي. پاڪستان جي ڪاميابي مسلمانن جي ڪاميابي آهي.

اهو انٽرويو اٽڪل سوا ڪن ڪلاڪ هليو ۽ انهيءَ وچ ۾ بلوچ صاحب چانهه به گهرائي. انٽرويو ڪانپوءِ ڪجهه دير ڪچهري به ٿي. ۽ جڏهن اٿياسين ته رات جا سوا بارنهن ڪن ٿيا هئا. بلوچ در کان ٻاهر نڪتو ته تمام گهڻا مزور سنڌس انتظار ۾ وينا هئا، پاڻ انهن جا مسئلا ٻڌڻ لڳو، ۽ اسان اجازت گهري. ويندي وقت چيم ته: ”اپريل ۾ اوهانجو انٽرويو ڇپبو، اوهان پڙهجو. پر مئي جو پرچو ضرور پڙهجو. ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ پڙهندڙن جا اهي خط هوندا، جن ۾ انهن اوهانجي انٽرويو تي رايا لکيا هوندا. انهيءَ مان اوهانکي خبر پوندي ته سنڌ جو عوام اوهان لاءِ ڪهڙي راءِ رکي ٿو.“

APRIL 1974 SOHNI HYDERABAD, Vl-5, NO.4
PHONE- 26195 Reg. N.S-2860

هن سال، شان ۽ مان سان

جولاءِ ١٩٧٤ع ۾

ماهوار

# سُهڻي

جي پاران

# نسيم نمبر

- نسيم احمد کرل جو شمار موجوده وقت جي مشهور ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو.
- نسيم احمد کرل سنڌي زبان کي بهترين ڪهاڻيون ڏنيون آهن. سنڌس ادبي خدمتن کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ سهڻيءَ جي پاران 'نسيم نمبر' پيش ڪري رهيا آهيون.

## هن نمبر ۾

- نسيم جون چار اڻ - ڇپيل ڪهاڻيون.
- نسيم جون ڏهه کن چونڊ ڇپيل ڪهاڻيون.
- سنڌس لکيل مضمون.
- اڄ تائين لکيل سنڌس لکڻين جي مڪمل فهرست.
- طويل انٽرويو.
- وڏن نوڙي نون لکندڙن جا نسيم جي شخصيت ۽ فن تي مضمون.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪالهہ جي ٻارن کي اِهو سوچي پڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)